"سچ جو عام فهم نالو خدا آهي. جيئري
جاڳندي سچ سان شامل ٿيڻ کانسواءِ
خدا جو وجود ڪجهه به نه آهي!"

* * *

"پاپ کي سوني ساهميءَ ۾ ننو توري
سگهجي."

17 سيپٽمبر 1947ع

* * *

"سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ کان مٿانهون
ڪوبه مذهب نه آهي."

24 نومبر 1921ع

(مهاتما گانڌي)

## گلشن پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر ـ ٦٥

ڪتاب جو نالو : مذهب ۽ ڌرم (گانڌيءَ جا گفتا)
ليکڪ : مهاتما گانڌي
سنڌيڪار : گرڌنو گانگاڻي
ڇاپو : پهريون، جون ٢٠٠٠ع
تعداد : هڪ هزار
قيمت :

٣٢٠.٦٠.٤٥٤ گانڌي، مهاتما.
گ ا ن مذهب ۽ ڌرم / مهاتما گانڌي؛ گرڌنو
گانگاڻي، سنڌيڪار.ـ حيدرآباد: گلشن پبليڪيشن،
٢٠٠٠ع. ـ (گلشن پبليڪيشن سيريز ڪتاب
نمبر، ٦٥)
١٥٠ ص.
جلد ڪچو





**ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ:**

موهن لال مکواڻا ، هرچند راءِ شرما
انٽيل ڪميونيڪيشنز ،
٨- ربي چيمبر ، سامهون ڪينٽان
چائنيز هوٽل، حيدر چوڪ ، گاڏي کاتو ،
حيدرآباد ، سنڌ.

**ڇپائيندڙ:**

صفدر ۽ حبدار بلوچ،
گهر نمبر H.C.B 1816
ممتاز ڪالوني،
قاضي عبدالقيوم روڊ ،
حيدرآباد ، سنڌ.

# فهرست

## هندو مسلم

## ٻه اکر

مهاتما ڪرمچند گانڌي پنهنجي سڄي حياتي هندپاڪ جي غلام عوام جي آزاديءَ جي هلچل، ۽ هندو مسلمان ايڪتا کي قائم رکڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. جنهن جي لاءِ کيس موت ۾ گوليءَ جو بک بڻجڻو پيو.

هيءَ ڪتاب دراصل سندس سماجي ڪارگذارين جو روزنامچو جنجي نه انهيءَ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو. ظاهر آهي ته جهڙيءَ طرح سمنڊ ۾ ٻڏيءَ جي ڪٽ ڪرڻ يا انهيءَ ۾ فرق ظاهر ڪري ڏيکارڻ انتهائي ڏکيو عمل آهي. پر اُنهيءَ مان هيرا موتي ڳولي عوام تائين پهچائڻ جو عمل ٻه جڳن کان جاري ۽ ساري آهي: تهڙيءَ طرح علم به هڪ بي انت ساگر آهي- ۽ ساڳيءَ طرح سمنڊ ۾ ڪُجهه نصيب وارا ٽوٻا. رُگهي هٽي ڪري هيرا موتي ڪڍي اچي دنيا وارن کي پيش رکندا آهن.

علم جي سمنڊ ۾ ٽٻي هڻي کي انمول هيرا موتي هٿ ڪري عوام جي آڏو آڻڻ به هڪ انتهائي ڏکيو عمل آهي. پر علم لائبريري سائنس ۾ اوليت ٿي انهيءَ هُنر کي ڏني ويندي آهي. نه "ڪتابن جي چونڊ" ڪرڻ جي هُنر کي ڪيئن سگهجي.

جيئن ته مان پاڻ به بنيادي طور علم 'لائبريرين شپ' سان تقريباً 1976ع کان وٺي واڳيل رهيو آهيان. تنهن ڪري انهيءَ هُنر ۾ ڪجهه پنهنجي هورياڻ ڪوريان ۽ گهڻي ماتر اُستادن جي شفقت، رهبري ۽ دعا سببان ٻه اکر ڪچا ڦڪا سگهي ورتا اٿم. جنهن جي آڌار تي علم جي بي انت ساگر ۾ ٽُٻي هڻي توهان جي لاءِ هيءَ انمول شئي ۽ نادر شئي تلاش ڪري. توهان پارکو پاٺڪن جي اڳيان پيش ڪرڻ جي همت ساري اٿم. جيئن ته مان ڪو عالم نه، بلڪ علم جو شاگرد ٿي آهيان. تنهن ڪري انيڪ اوڻايون مون کان ٿيون هونديون. پاٺڪ ضرور اُنهن کي معاف ڪندا.

اميد اٿم ته پاٺڪ منهنجي هن ننڍڙي ڪاوش مان لاڀ حاصل ڪندا. ۽ پنهنجن نيڪ خيالن کان آگاهه ڪندا: ته جيئن مان اڳتي جي لاءِ پنهنجون انيڪ اوڻايون دور ڪري مشعل راهه اختيار ڪريان.

توهان جي راهه جي اوسيئڙي ۾

گرڏنو گانگاڻي

22-04-2000

## پبلشر پاران

اسان جي سدائين اها ڪوشش رهي آهي تہ مختلف موضوعن تي سٺا ڪتاب پنهنجي پڙهندڙن کي ڏيون. ان ڏس ۾ وقتا فوقتا تاريخي، سماجي، ادبي ۽ علمي ڪتاب اسان نہ رڳو سنڌي ٻوليءَ جي قابل ليکڪن کان لکرائي، توڙي ترجمو ڪرائي ڇپرائيا آهن، پر ڪي ناياب ڪتاب هٿ ڪري ٻيهر پڻ ڇپرايا آهن.

هيءُ ڪتاب برصغير جي اهم شخصيت مهاتما گانڌيءَ جي تقريرن تي مشتمل آهي،* جنهن کي محترم گرڌني گانگاڻيءَ صاحب سنڌيءَ جو ويس پهرائيو آهي. مختلف مذهبن بابت مهاتما گانڌيءَ جا ويچار يقيناً پڙهڻ ۽ پرائڻ جوڳا•آهن. اميد تہ مذهبي تنگ نظريءَ جي هن دؤر ۾ هيءُ ڪتاب سهپ ۽ رواداريءَ پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو. ان کان علاوه هيءُ ڪتاب ورهاڱي جي مختصر تاريخ پڻ آهي، جنهن کي پڙهڻ سان اڄ جو نوجوان انهن حالتن کان آگاهي حاصل ڪري سگهي ٿو. جن حالتن جي نتيجي ۾ ننڍي کنڊ جي ملڪي سرحدن، ۽ ماڻهن جي ذهنن وچ ۾ ايڏي پيماني تي ورهاست عمل ۾ آئي.

صفدر بلوچ

## مذهب ۾ هڪجهڙائي:

مون جيڪو ڪُجهه اسلام جي متعلق لکيو آهي، اُنهيءَ جي هر لفظ تي قائم آهيان. مون ڪڏهن به اهو نه چيو آهي ته آئون قرآن جي هر حرف- اکر تي يقين رکان ٿو- يا ڪنهن به آسماني ڪتاب جي هر لفظ کي مڃيان ٿو. پر اهو ڪم منهنجو نه آهي ته اُن بين مذهبن جي ڪتابن تي نڪته چيني ڪريان، يا اُنهن جي نقصن جي سڃاڻپ ڪريان: پر منهنجو حق آهي ۽ هجڻ گُهرجي ته جيڪي ڪُجهه حقيقتون انهن مذهبن ۾ هجن. اُنهن جو اعلان ڪريان ۽ اُنهن تي عمل ڪريان. تنهن ڪري اهو ڪم منهنجو نه آهي ته آئون قرآن يا پيغمبر جي زندگيءَ ۾ ڪنهن اهڙيءَ ڳالهه تي نڪته چيني ڪريان، جنهن کي آئون سمجهي نه سگهيو آهيان. پر اُها اهڙن موقعن جو خير مقدم ڪندو رهان ٿو، جڏهن آءٌ اهڙين ڳالهين جي وصف ڪري سگهان. جن کي اُها پيغمبر جي زندگيءَ ۾ پسند ڪري سگهيس يا سمجهي سگهيو آهيان. اهڙين ڳالهين جي متعلق، جيڪي منهنجي لاءِ ڏکيون هونديون آهن، آءٌ ديندار مسلمان دوستن جي نظر سان اُنهن کي ڏسان ٿو، ۽ آءٌ انهن کي اسلام جي مشهور مفسرين جي لکڻين جي مدد سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. بين مذهبن کي احترام جي اُنهيءَ نظر سان ڏسي ڪري آءٌ مذهبن جي هڪجهڙائيءَ جي اصولن کي سمجهي سگهيو آهيان. پر اهو به منهنجو حق ۽ فرض آهي ته هندو مذهب جي نقصن جي به نشاندهي ڪريان، ته جيئن اُنهيءَ کي پاڪ ۽ صاف رکيو وڃي.

(To Hindu & Muslim -Edited by Hingramp-469)

## بي غرض شاگرد:

آءٌ انهيءَ ڳالھ جي دعوي ڪريان ٿو. تہ مون هڪ بي غرض شاگرد وانگر، پيغمبر اسلام جي زندگيءَ ۽ قرآن جو مطالعو ڪيو آهي ۽ آءٌ انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ قرآن جي تعليم جا اصلي جُزا عدم تشدد يا اهنسا جي موافق آهن.

## قرآن پڙهو:

جيڪي ماڻهو مسئلن کي غلط سمجهڻ پسند ڪن ٿا، اُهي قرآن پڙهن. تڏهين کين معلوم ٿيندو تہ قرآن ۾ سوين ڳالهيون آهن، جيڪي اُنهن جي لاءِ بہ قابل قبول آهن: ۽ ڀاڳونت گيتا ۾ اهڙيون ڳالهيون آهن- جن تي ڪو مسلمان بہ اعتراض نٿو ڪري سگهي. "ڇا آءٌ ڪنهن مسلمان کان صرف انهيءَ لاءِ نفرت ڪرڻ لڳان، جو قرآن ۾ ڪي اهڙيون آهن جن جي صحيح معنيٰ آءٌ نہ سمجهي سگهيو آهيان."

(هند سوراج صفحو 62-22 نومبر 1908ع)

## لفظن جي زنجير:

اسان خُدا کي صرف انهيءَ لاءِ ڇو ڏوھ ڏيون. جو اسان خود پاڻ ۾ انهيءَ سبب ڪري وڙهندا آهيون. جو اسان انهيءَ کي مختلف وسيلن (ماخذن) سان ڏسندا آهيون: جيئن قرآن، انجيل، تلمود، اوستا يا گيتا- سج تہ هماليہ تي بہ اهڙيءَ طرح چمڪندو آهي جهڙيءَ طرح ميداني علائقن تي يا لساتين شمور ميدان تي، تہ ڇا ميدان تي رهندڙ ماڻهو برفستان/برف ڍڪيل جبلن، يا برف پوش جبلن تي رهندڙ ماڻهن سان انهيءَ ڪري جهڳڙو ڪن، جو اُهي سج جي گرمي مختلف طريقن

سان محسوس ڪئي ٿا؟ اسان ڇو ڪتابن ۽ اُنهن جي لفظن کي پنهنجي لاءِ اهڙيون زنجيرون بڻائي ونون. جبڪي بجاءِ انهيءَ جي، ته اسان جي چونڪاري ۽ اسان جي دلين جي اتحاد جو باعث ٿين. اسان کي غلام بڻائي ڇڏين.

(ينگ انڊيا- 18 سيپٽمبر 1918ع)

## آءٌ مـايوس ٿي ويـان ها

آءٌ واقعي اتحاد حاصل ڪرڻ کان مايوس ٿي ويان ها. جبڪڏهن مقدس قرآن ۾ ڪا اهڙي ڳالهه هُجي ها. جنهن ۾ مُسلمانن کي هدايت ڪئي ويئي هُجي ها ته اُهي هِندوئن کي پنهنجو قدرتي دشمن سمجهن؛ يا جيڪڏهن هندو ڌرم ۾ ڪا اهڙي شيءِ هُجي ها جنهن سان ٻنهيءَ جي وچ ۾ هڪ دائمي دشمنيءَ جي سند حاصل ٿئي ها.

(ينگ انڊيا-6 آڪٽوبر 1920ع)

## اهنسا:

ڳئونءَ جي حفاظت جو طريقو. اُنهيءَ جي لاءِ مري وڃڻ اُهي. ڳئونءَ کي بچائڻ جي لاءِ ڪنهن انسان کي قتل ڪرڻ وارو. هندو ڌرم ۽ اهنسا جو منڪر هوندو آهي.

(ينگ انڊيا.28 جولاءِ 1921ع)

## تبليغ ۽ شُڌي - لا اڪراه في الدين:

پاڪ ڪتاب/ مقدس صحيفو صاف لفظن ۾ چوي ٿو ته: "لا اڪراه في الدين" يعني مذهب ۾ ڪو بہ جبر/زور زبردستي نہ آهي. پيغمبر جي سچي حياتي، زبردستي مذهب جي تبديليءَ جي برخلاف

رهي آهي. اسلام عالمگير مذهب نہ رهندو. جيڪڏهن اهو زوري تبليغ جي طريقن تي انحصار ڪري... زور زبردستيءَ سان مذهب تبديل ڪرائڻ جو الزام من حيثيت الجماعت اسلام جي پيروي ڪندڙن جي خلاف ثابت نٿو ٿي سگهي. اهڙي جيڪا بہ ڪوشش ڪئي ويئي، ذميوار مسلمانن انهيءَ جي ترديد (انهيءَ کي ندبو آهي) ڪئي آهي.

(ينگ انڊيا -28 جولاءِ 1921ع)

## تپسيا (عبادت يا نفس مارڻ):

دوستي هڪ تجارتي معاهدو نٿي ٿي سگهي. هن معاملي ۾ ڪوبہ شرط مقرر يا لاڳو نٿو ٿي سگهي. خدمت هڪ فرض آهي ۽ فرض هڪ قرض آهي، جنهن کي ادا نہ ڪرڻ پاپ آهي. ڳانءِ جي حفاظت جو طريقو مسلمانن کي قتل ڪرڻ يا انهن سان جهيڙو ڪرڻ نہ آهي. ڳانءِ جي حفاظت جو طريقو اهو آهي نہ هندو ڳانءِ جو نالو وٺڻ کان سواءِ، خلافت جي حفاظت ڪرڻ ۾ پنهنجي حياتي قربان ڪري ڇڏين. ڳانءِ جي سِوا نفس مارڻ جو هڪ طريقو آهي. اها تپسيا آهي... آءٌ سواءِ ڪنهن ڊپ جي اهو چوڻ جي جرئت ڪريان ٿو، تہ هندو ڌرم اهو نہ آهي نہ هڪ همر جنس کي ڳانءِ جي حفاظت جي لاءِ قتل ڪري ڇڏجي.

(ينگ انڊيا -28 جولاءِ 1921ع)

## سچائيءَ جو خدا هڪ آهي:

اسان سچائيءَ جي لاءِ تہ خدا هڪ ئي آهي. خواہ انهيءَ کي اسان قرآن جي ذريعي حاصل ڪريون يا انجيل جي ذريعي سان: يا زند اوستا يا تلمود يا گيتا جي ذريعي تحت: ۽ هو حق ۽ محبت جو خدا آهي.

"مون کي جيتري رهڻ جي ذرڙي جيتري بہ پرواهہ ناهي، جيڪڏهن اهي پنهنجي اندر انهيءَ ايمان کي ثابت نہ ڪري سگهان."

(ينگ انڊيا -24 نومبر 1921ع)

## روحاني حيثيت سان طاقتور:

خدا اُنهن جي مدد ڪندو آهي، جيڪي اهو سمجهن ٿا تہ اهي ڪُجهہ ڪري سگهن ٿا. قرآن جو هر صفحو، مون کي، جيڪو هڪ غير مسلم آهي، اهو ئي سبق سيکاري ٿو تہ قرآن جي هر سورة خدا ۽ رحيم ۽ ڪريم جي نالي سان شروع ٿئي ٿي. تنهن ڪري اسان کي روحاني حيثيت سان طاقتور هُجڻ گهرجي، خواهہ اسان جو جسم ڪيترو ئي هيڻو هُجي.

(ينگ انڊيا -2 مارچ 1922ع)

## نفرت ۽ جذب (ڪشش / ڇڪ):

آءٌ تہ پورو يقين رکان ٿو تہ نہ تہ قرآن مجيد ۽ نہ ئي هندوئن جي ڪتابن ۾ تشدد جي اجازت ڏني ويئي آهي، پر انهيءَ کي پسند ڪيو ويو آهي. باوجود انهيءَ جي تہ فطرت ۾ ڌڪار (نفرت) ٿي آهي پر فطرت جيتري رهي ٿي صرف ڪشش/ڇڪ سان...مهاڀارت جي متعلق آءٌ بي حجاب پنهنجي راءِ ظاهر ڪري سگهان ٿو، پر مون کي اُميد آهي تہ انتهائي چڱو عقيدو رکندڙ مسلمان بہ مون کي انهيءَ حق کان محروم نہ ڪندو، تہ آءٌ پيغمبر جي تعلم کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان.

(ينگ انڊيا -2 مارچ 1922ع)

## حق تي ڪنهن به الهامي ڪتاب جي هڪ هٽي نه آهي:

قرآن کي الهامي تسليم ڪرڻ ۾ مون کي ڪا به هٻڪ نه آهي- جهڙيءَ طرح مون کي انجيل، زند اوستا ۽ گرنٿ صاحب متعلق ڪو به عذر يا بهانو نه آهي. الهام، ڪنهن قوم يا قبيلي جي ملڪيت نه آهي. هندو حلقن ۾ قرآن ۽ پيغمبر صاحب جي متعلق احترام جو جذبو پيدا ڪرڻ ۾ مون کي ڪڏهن به ڏکيائي نه ٿي: پر اسلامي حلقن ۾ ويد ۽ خدا جي لُوچ (پرک) جي متعلق اهڙو ئي احترام پيدا ڪرڻ ۾ مون ڏکيائي محسوس ڪئي.....آءٌ جسٽس امير عليءَ جي انهيءَ راءِ سان بلڪل متفق آهيان، ته اسلام هارون الرشيد ۽ مامون جي زماني ۾ سڀ کان وڌيڪ رواداريءَ وارن مذهبن مان هڪ هو. پر اُنهيءَ زماني جي مذهبي معلمين جي متعلق رجعت پسندي پيدا ٿي. اُنهن رجعت پسندن ۾ ڪوڙ سارا عالم ۽ فاضل ۽ با اثر ماڻهو هئا. ۽ اُهي اسلام جي رواداريءَ سان ڀرپور ۽ وسيع القلب معلمين تي تقريبا ڇانئجي ويا. پر مون کي ڪو به شڪ نه آهي ته اسلام جي اندر ڪافي خوبيون آهن، جيڪي هن کي عدم رواداريءَ ۽ تنگ نظريءَ کان محفوظ رکي سگهن ٿيون. حق ڪنهن هڪ الهامي ڪتاب جي مخصوص ملڪيت نه هُوندو آهي.

(ينگ انڊيا -25 ڊسمبر 1934ع)

## شُڌي ۽ تبليغ:

آءٌ مذهب تبديل ڪرائڻ جي خلاف آهيان. پوءِ ڀلي اُها هندوئن جي شُڌي هُجي يا مسلمانن جي تبليغ، يا عيسائين جو طريقو: مذهب جي تبديليءَ جو معاملو صرف دل جو معاملو آهي. جيڪو ڇڙو خدا کي معلوم آهي ۽ خدا ئي جي اختيار ۾ آهي.

(ينگ انڊيا -6 جنوري 1927ع)

## قتل جي اجازت:

مون قرآن تي انهيءَ احترام سان توجهه ڏنو آهي، جهڙيءَ عزت ۽ احترام سان مون گيتا کي پڙهيو آهي - مسلمانن جي دعوى آهي ته قرآن ڪنهن به مقام تي نه اهڙي قتل جي اجازت ڏني آهي ۽ نه ئي حڪم ڏنو آهي.

(ينگ انڊيا -13 جنوري 1927ع)

## امن جو مذهب:

آءٌ اسلام کي اهڙيءَ ريت امن جو مذهب سمجهان ٿو، جهڙيءَ طرح عيسائي مذهب، ٻڌمت ۽ هندو ڌرم کي: بيشڪ ٿورو گهڻو فرق آهي، پر مقصد انهن سڀني مذهبن جو امن آهي. آءٌ قرآن جي انهيءَ آيت کان به واقف آهيان، جيڪا منهنجي انهيءَ بيان جي خلاف پيش ڪئي ويندي: پر ڇا اهڙيءَ طرح ويدن مان به انهيءَ قسم جا حوالا نٿا ڏيئي سگهجن؟ پر اهڙن لفظن جي اها معني، جيڪا هن زماني ۾ سمجهي وڃي ٿي، انهي معني کان مختلف آهي جيڪا گذريل زماني ۾ سمجهي ويندي هئي.

ديگڙيءَ کي اهو حق نه آهي ته ڪنليءَ کي ڪارو چوي.... اها صورت (تشدد) قرآني تعليم جي سبب نه آهي، منهنجي راءِ ۾ اهو نتيجو آهي دنيا جي انهيءَ ماحول جو، جنهن ۾ اسلام پيدا ٿيو، عيسائيت جي خلاف به رتو ڇاڻ جون شهادتون گهڻيون ٿي آهن، انهيءَ ڪري نه جو اهو حضرت عيسيٰ جو ڏوهه هو، پر انهيءَ ڪري جو اهو ماحول، جنهن ۾ هن پنهنجي تعليم پيش ڪئي، اهو ان تعليم جي خلاف هو.

(ينگ انڊيا -13 جنوري 1927ع)

## چوٽڪارو ۽ دل جي پاڪيزگي:

مون کي جيو وجي ٿو ته اڄ شدي تحريڪ ۾ حصو وٺان. پر اڄ اهو ڪهڙي طرح ڪري سگهان ٿو. جڏهن ته اڄ گهران ٿو ته مسلمانن ۽ هندوئن جون جوابي تحريڪون بند ڪيون وڃن. اها خام خيالي آهي ته ڪو شخص نيڪ بڻجي ويندو يا چوٽڪارو حاصل ڪري ويندو. جيڪڏهن اهو ڪو خاص مذهب اختيار ڪري وٺي. مثلا: هندو ڌرم، عيسائيت يا اسلام - چوٽڪارو، ڪردار جي پاڪيزگي ۽ دل جي پاڪيزگي تي دارومدار رکي ٿو. انهي ڪري اڄ هندوئن کي چوان ٿو ته جيڪو به توهان جي دل گهري، اهو ڪريو؛ پر مون جهڙي ڪنهن شخص جي، جيڪو ڪافي غور ۽ فڪر کان پوءِ ڪنهن نتيجي تي پهتو آهي، اهڙي اميد نه رکو، ته هو ڪا اهڙي ڳالهه ڪري. جيڪا هو نٿو ڪري سگهي.

(ينگ انڊيا -3 مارچ 1927)

## شڌي:

مهنجي راءِ ۾ هندو مذهب، اسلام ۽ عيسائيت ۾ اهڙي طرح ڪٿي به شڌي، تبليغ ۽ مذهب جي تبديليءَ جي اجازت نه آهي. جهڙي طرح اهي تحريڪون اڄ ڪلهه جاري آهن؛ پوءِ اڄ پلا ڪهڙي طرح شڌي تحريڪ ۾ حصو وٺي سگهان ٿو.

(ينگ انڊيا -3 مارچ 1927)

## سڀئي مذهب سچا آهن:

طويل مطالعي ۽ تجربي کان پوءِ مان انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان.

تہ (1) سڀئي مذهب سچا آهن، (2) سڀني مذهبن ۾ ڪُجهہ نہ ڪُجهہ غلطيون بہ آهن، ۽ (3) سڀئي مذهب مون کي اينرا پيارا آهن جيترو خود منهنجو هندو ڌرم. بلڪل اهڙيءَ طرح هر انسان کي سڀئي انسان اينرا ئي عزيز هُجڻ گُهرجن، جيترا خود هُن کي پنهنجا عضوا عزيز آهن- تہ آءٌ ٻين مذهبن جو احترام بہ اوترو ئي ڪريان ٿو جيترو خود پنهنجي مذهب جو: انهيءَ ڪري مذهب بدلائڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. ڀائيچاري ۽ سنگت جو تہ مقصد اهو هُجڻ گُهرجي جو هُو هندوءَ کي بهتر هندو بڻجڻ ۾، مسلمان کي بهتر مسلمان بڻجڻ ۾، ۽ عيسائيءَ کي بهتر عيسائيءَ بڻجڻ ۾ مدد ڪري. سرپرستي ڪندڙ رواداريءَ جو لاڙو هڪ عالمگير ڀائيچاري جي منافي آهي. جيڪڏهن مون کي اِهو شڪ آهي تہ منهنجو مذهب گهٽ وڌ سچو آهي، ۽ ٻيا مذهب بجاءِ گهٽ وڌ سچي هُجڻ جي گهٽ وڌ ڪوڙا آهن، تڏهن جيڪڏهن انهن مذهبن سان منهنجو ڪو ڀائيچارو قائم بہ ٿئي، تہ بہ اُهو اُنهيءَ ڀائيچاري کان بلڪل مختلف هُوندو، جنهن جي اسان کي عالمي ڀائيچاري لاءِ ضرورت آهي. ٻين جي لاءِ اسان کي اها دعا نہ گُهرڻ گُهرجي تہ "اي خدا! اِنهن کي بہ اُها ئي روشني ڏي جيڪا تو اسان کي ڏني آهي"- پر اسان جي دعا اها هُجڻ گُهرجي تہ "اي خدا! انهن کي بہ اُها ئي روشني ۽ حقيقت جو احساس ڏي، جنهن جي اُنهن کي ارتقا جي اعليٰ درجي کي حاصل ڪرڻ جي ڏس ۾ ضرورت هُجي" - صرف انهيءَ ڳالهہ جي دعا گهرو تہ توهان جا دوست احباب بهتر انسان بڻجن، خواہ اُنهن جي مذهب جي شڪل ڪهڙيءَ بہ هُجي.

(سابرمتي 1928ع)

## خدا جو ڪو بہ شريڪ نہ آهي:

خدا جو ڪو بہ شريڪ نہ آهي ۽ انهيءَ جي سواءِ ڪُجهہ بہ

موجود نہ آهي - ۽ اها ئي حقيقت توهان اسلام جي ڪنمي ۾ ڏسو ٿا.
جنهن تي زور ڏنو ويو آهي.

(ينگ انڊيا -31 ڊسمبر 1931ع)

## خدا ۽ مذهب جي نفي:

يقيناً مذهب جي تبديلي انسان ۽ صرف اُنهيءَ جي خدا جي وچ جو هڪ معاملو آهي - خدا ئي پنهنجي مخلوق جي دلين جو حال ڄاڻي ٿو. مذهب جي تبديلي، سواءِ دل جي پاڪيزگيءَ جي، منهنجي راءِ ۾ خدا ۽ مذهب جي نفي آهي.

(ينگ انڊيا -6 جون 1936ع)

## ذاتي معاهدو:

مذهب ماڻهوءَ جو ذاتي معاملو آهي. اسان کي گُهرجي نہ جڏهن اسان پنهنجن عقيدن جي مطابق زندگي بسر ڪندا هُجون. تڏهن هڪ ٻئي جي بهترين خصوصيتن ۾ حصي دار بڻجي وڃون، ۽ اهڙيءَ طرح خدا تائين پهچڻ جي جيڪا ڪوشش انسان ڪري ٿو، اُنهيءَ جي مجموعي طاقت ۾ واڌارو ڪريون.

(هريجن -28 نومبر 1936ع)

## سيني مذهبن ۾ يڪسانيت:

جيئن تہ آءٌ دنيا جي سيني مذهبن جي مساوات ۾ يقين رکان ٿو. آءٌ ڪنهن شخص کي صرف انهيءَ ڪري خراب نٿو سمجهي سگهان. تہ هُن وڻ جي هڪ شاخ کي، جنهن تي هُو شخص وينو هو، ڇڏي ڪري اُنهيءَ وڻ جي ڪنهن ٻيءَ ٽاريءَ تي پنهنجو آکيرو ناهي ورتو آهي.

جيڪڏهن هُو وري پهرئين شاخ تي واپس اچي وڃي. تہ اُهو اِنهيءَ قابل آهي تہ هُن جو آدر ياءُ ڪيو وڃي.

(ينگ انديا -25 سيپٽمبر 1937ع)

## آها روشني جيڪا خدا ڏني آهي:

جنهن صاحب مون کي خط لکيو آهي، اُنهيءَ جي علم ۾ اها ڳالهہ آڻيان ٿو. تہ مون نهايت احترام سان اُنهن ڪتابن جو مطالعو ڪيو آهي، جن جو هن صاحب ذڪر ڪيو آهي. بلڪ اسلام جي متعلق ٻيا بہ مستند ڪتاب مون پڙهيا آهن. مون قرآن کي هڪ ڀيري کان وڌيڪ پڙهيو آهي. ”منهنجو مذهب مون کي انهيءَ قابل بڻائي ٿو تہ آءٌ دنيا جي سڀني وڏن مذهبن ۾جيڪو ڪُجهہ سُٺو آهي، اُهو سڀ پنهنجي اندر جذب ڪري وٺان.“ پر اِنهيءَ جي اها معنيٰ نہ آهي تہ آءٌ اُنهيءَ ئي معنيٰ کي قبول ڪري وٺان، جيڪا اُنهيءَ صاحب پيغمبر اسلام يا ٻين پيغمبرن جي تعليمات (تعليمن) کي پهرائي (اوڍي) آهي. خدا جيڪو محدود عقل مون کي عطا ڪيو آهي، اُنهيءَ کي دنيا جي پيغمبرن جي تعليمن کي سمجهڻ جي لاءِ استعمال ڪرڻ منهنجو فرض آهي. مون کي اِنهيءِ ڳالهہ جي خوشي آهي تہ اُهي تسليم ڪن ٿا تہ حق ۽ عدم تشدد جي تعليم اسلام ڏني آهي. تنهن ڪري هاڻي اهو اُنهن جو ۽ هر هڪ شخص جو ڪم آهي، تہ هُو اهو اصولن کي پنهنجي روزانہ زندگيءَ ۾، اُنهيءَ روشنيءَ جي مدد سان، جيڪا خدا اسان کي ڏني آهي، ڪم ۾ آڻي.

(هريجن -28 آڪٽوبر 1939ع)

## رواداري (ڀائپي چارو):

پاڻ ۾ رواداري ۽ مروت سان گڏ جيئرا رهو. ۽ جيئرو رهڻ ڏيو. اهو حياتيءَ جو دستور آهي. اهو سبق مون قرآن، انجيل، زنداوستا ۽ گيتا مان سکيو آهي.

## منهنجو فرض:

منهنجو مذهب مون کي انهيءَ قابل بڻائي ٿو. تہ آءٌ دنيا جي سڀني وڏن مذهبن ۾، جيڪو ڪجهہ چڱو يا سَٺو آهي، اُهو پنهنجي اندر جذب ڪريان... خدا جيڪو محدود عقل مون کي عطا ڪيو آهي، اُنهيءَ کي دنيا جي پيغمبرن جي تعليمن کي سمجهڻ جي لاءِ استعمال ڪرڻ منهنجو فرض آهي.

(هريجن- 28 آڪٽوبر 1939ع)

## سياست ۽ مذهب:

منهنجي اجا تائين اها راءِ آهي تہ آءٌ سياست کان مذهب جي جدا ٿيڻ جو تصور ئي نٿو ڪري سگهان. در حقيقت مذهب کي تہ انسان جي هر فعل تي حاوي هُجڻ گُهرجي. پر انهيءَ صورت ۾ مذهب جي معنيٰ فرقي پرستي جي بلڪل نہ آهي. انهيءَ جي معنيٰ تہ دنيا جي هڪ منظم اخلاقي حڪومت تي اعتماد رکڻ جي آهي. اهو عقيدو صرف انهيءَ جي لاءِ غير حقيقي نٿو ٿي سگهي. جو اُهو اجا نظر ناهي ايو. اهو مذهب تہ هندو ڌرم، اسلام ۽ عيسائيت وغيره جي حدن کان بہ اڳيرو نڪري وڃي ٿو. اهو انهن مذهبن کي منسوخ نہ نٿو ڪري. پر اهو انهن سڀني کي هم آهنگ ڪري ٿو. ۽ انهن ئي ۾ حقانيت پيدا ڪري ٿو.

(هريجن -10 فيبروري 1940ع)

## زهر:

مذهب انسان کي خدا سان ۽ بني نوع انسان سان وابستہ ڪري ٿو. ڇا اسلام مسلمانن کي صرف اسلام ئي سان وابستہ ڪري ٿو. ۽ هندوئن جو دشمن بڻائي ٿو؟ ڇا پيغمبر جو پيغام صرف اهو هو تہ صرف مسلمانن جي وچ ۾ صلح رهي. ۽ هندوئن ۽ غير مسلمانن سان جنگ رهي؟ جيڪي ماڻهو اهو زهر مسلمانن جي دلين ۾ ڳاري رهيا آهن. اُهي اسلام سان سڀ کان وڏي بُرائي ڪري رهيا آهن.

(هريجن -4 مئي 1940ع)

## آءٌ ڄاڻان ٿو:

بلاشڪ آءٌ اسلام کي الهامي مذهبن مان هڪ سمجهان ٿو. انهيءَ ڪري قرآن کي الهامي ڪتاب سمجهان ٿو. ۽ محمد کي هڪ پيغمبر مڃيان ٿو. پر ساڳيءَ طرح آءٌ هندو مذهب، عيسائيت ۽ يهودين کي بہ الهامي مڃيان ٿو.

(هريجن -13 جولاءِ 1940ع)

## قرآن جي روح تي عمل:

جيستائين قرآن شريف جو تعلق آهي. ڏکڻ آفريقا ۾ منهنجا مسلمان ساٿي ۽ اصيل اُهي ماڻهو هُئا. جن مون کي قرآن پڙهڻ جي دعوت ڏني. اُنهن منهنجي لاءِ اسلامي لٽريچر مهيا ڪيو. هندستان واپس اچڻ تي هني جي دوستن مون کي قرآن جا ترجما موڪليا. موڪليندڙن ۾ هڪ ڊاڪٽر محمد علي ۽ هڪ مسٽر پڪٿال آهن. جن خود قرآن جو ترجمو ڪيو آهي. مرحوم حڪيم اجمل خان مون کي

مولانا شبليءَ جو هڪ ترجمون ڏنو هو. ڇا هاڻي اُهُ بدلجي ويس. يا زمانو بدلجي ويو جو هاڻي مون جهڙي غير مسلم جي لاءِ قرآن پڙهڻ. ۽ اُنهيءَ جي اُها معني بيان ڪرڻ جي جرئت ڪرڻ. جيڪا مون سمجهي آهي. هڪ ڏوهہ بڻجي ويو آهي؟ ڪوڙ سارن متقي مسلمانن مون کي گهٽائي. پيرا ڇيو آهي. تہ اُهُ گهڻن مسلمانن کان بهتر مسلمان آهيان. انهيءَ ڪري جو اُهُ قرآن جي روح تي عمل ڪريان ٿو. ۽ پيغمبر متعلق ڪوڙ سارن بين مسلمانن کان وڌيڪ واقفيت رکان ٿو. اُهُ ڪنهن جي شاهدي تسليم ڪريان. اُنهن مسلمان دوستن جي يا ان ريسرچ اسڪالر صاحب جي – اُهُ حيران آهيان.

(هريجن -13 جولاءِ 1940ع)

## غيرمسلم هجڻ قرآن پڙهڻ ۾ رنڊڪ نٿو وجهي سگهي:

ريسرچ اسڪالر جو اِهو خيال صحيح آهي تہ اُهُ قرآن جي عبارتن ۾ پنهنجي عقل جي مطابق معنيٰ پيدا ڪريان ٿو. يقينن ائين ڪرڻ ۾ ڪو ڏوهہ نہ آهي. اِنهيءَ شرط سان تہ اُهُ اصل عبارت جو پوريءَ طرح پابند رهان. ۽ اِنهيءَ ڪم کي کُليل دل ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڪريان. ريسرچ اسڪالر کي معلوم هُجڻ گُهرجي تہ زندگي ۽ ڪنهن ڪتاب جي تعمير. صرف انهيءَ لاءِ ضروري نہ آهي تہ صحيح هُجي. جو اُها "نسل بہ نسل" هڪ ئي صورت ۾ منتقل ٿيندي رهي آهي. غلطي محض انهيءَ لاءِ وسائل/نابود نٿي ٿي وڃي. جو اُنهيءَ کي ڪوڙ سارا شخص طويل عرصي تائين متواتر دهرائيندا رهيا آهن. انجيل جي آيتن ۾ اڄ تائين بہ تصحيح ٿيندي رهي آهي. ۽ ڪوڙ سارا نيڪ عيسائي اِهو سمجهن ٿا تہ مغرب جي عيسائيت. مسيح جي بنيادي تعليمات جي نفي آهي. اِهو بلڪل ممڪن آهي تہ قرآن کي پڙهڻ ۽ اُنهيءَ جي معنيٰ سمجهڻ جي لاءِ ريسرچ اسڪالر جا شرط . سندس پنهنجو مفهوم

بلڪل غلط هجي. منهنجو غير مسلم هجڻ منهنجي قرآن پڙهڻ ۽ اُنهيءَ جي معنيٰ سمجهڻ ۾ روڪ نٿو ٿي سگهي. "اُهو وڏيءِ بدنصيبيءَ جو ڏبنهن هوندو. جو مذهبي ڪتابن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ صرف اهڙن ماڻهن تائين محدود ڪري ڇڏجي. جيڪي خاص خاص مذهبي ليبل چنبڙايو وينا هجن."

(هريجن -13 جولاءِ 1940ع)

## يڪسان (هڪجهڙو) احترام:

جڏهن ساڌو ڪيشو اسان وٽ ترسيل هو. تڏهن بي بي ريحانہ طيب پڻ چند ڏينهن سيواگرام ۾ قيام ڪرڻ جي لاءِ آئي هئي. اهو آءٌ ڄاڻندو هُئس تہ هوءَ نهايت خوش عقيدہ مسلمان آهي. پر اهو مون کي معلوم نہ هو تہ هوءَ قرآن شريف کان ايتري قدر گهڻي واقف آهي. جنهن وقت گجرات جي انهيءَ الماس. يعنيٰ طيب جي صاحب گذاري ويو. تڏهن ڪمري جي اندرين پُراثر خاموشيءَ کي روئڻ جي ڪنهن آواز نہ توڙيو. پر اُها فضا بي بي ريحانہ جي پرشوڪت قرئت قرآن سان گُونجي/ ٻُري رهي هئي. اهڙا ماڻهو جهڙوڪ عباس طيب جي هو. ڪڏهن بہ مري نٿا سگهن. انهيءَ قومي خدمت جي مثالن ۾ جيڪي هن سر انجام ڏنيون. هو هميشه زنده رهندو. بي بي ريحانہ گهڻو سُنو ڳائيندي آهي. ۽ ڪيس هر قسم جا ڀڄن ياد آهن. هوءَ هر ڏينهن ڳائيندي رهندي هُئي ۽ قرآن جون سهڻيون آيتون بہ ٻُڌائيندي رهندي هُئي. مون کيس چيو تہ هوءَ قرآن جون ڪُجھ آيتون آشرم جي اهڙن ماڻهن کي، جيڪي سکڻ گُهرن. سيکاري: تنهن ڪري هُن ائين ئي ڪيو.

ريحانہ ڪُجھ ڏينهن بعد هلي ويئي، پر پنهنجي خوشبودار ياد. اسان وٽ ڇڏي ويئي. سورة فاتحہ هاڻي اسان جي آشرم جي پرارٿنا ۾ شامل ڪئي ويئي آهي.

.....اڄ هيءُ نوٽ هڪ راسخ العقيده (بنياد پرست هندو) دوست جي جواب ۾ لکي رهيو آهيان. جنهن مون کي گهٽيءَ نرميءَ سان هن طرح ملامت ڪئي آهي ته: "توهان هاڻي آشرم ۾ ڪلمي کي به جڳهه ڏيئي ڇڏي آهي، هاڻي هندو ڌرم جو خون ڪرڻ جي لاءِ توهان وٽ بيو ڇا باقي رهيو آهي." مون کي يقين آهي ته منهنجي ۽ آشرم جي هندوئن جي ڌرم کي منهنجي عمل سان طاقت حاصل ٿي آهي. اسان جي اندر سڀني مذهبن جو هڪجهڙو احترام هجڻ گهرجي. بادشاه خان جڏهن به هتي ايندو آهي تڏهن اهو اسان جي پوڄا ۾ گهٽيءَ خوشيءَ سان شريڪ ٿيندو آهي. پر ائين ڪرڻ سان هن جو اسلامي عقيدو ته گهٽ نه ٿي ويو! ته اڄ اُنهيءَ ريت احترام سان قرآن جي قرائت کي ڇو نه ٻُڌان؟

ونوبا ۽ پياري لال وري جيل ۾ عربي بولي سکي. ۽ قرآن پڙهيو. اُنهن جي هندو ڌرم کي ان مطالعي مان قوت حاصل ٿي. منهنجو عقيدو اهو آهي ته هندو مسلم اتحاد صرف دلين جي اهڙي ٿي بي ساخته ميلاپ سان قائم ٿيندو. ۽ بيو ڪنهن به ريت نٿو ٿي سگهي. راما جا صرف هڪ ٿي هزار نالا نه آهن. انهيءَ کي اسان خدا، رحيم، رازق ۽ ڪوڙ سارن اهڙن ٻين نالن سان ياد ڪريون ٿا. جيڪي هڪ سچي عقيدي رکڻ واري جي دل مان نڪرندا آهن.

(هريجن -15 فيبروري 1942ع)

## ورهاست ۽ خاصيت:

نون منهنجي هم مذهبن جو ذڪر ڪرين ٿو. اڄ ڪنهن اهڙي تقسيم ۽ خوبيءَ کي تسليم نٿو ڪريان. انهيءَ لاءِ جو اڄ سڀني مذهبن جي ماڻهن کي پنهنجو مساوي ڀاءُ سمجهان ٿو. خواه اُهي مون تي اعتماد ڪندا هجن يا نه ڪندا هجن.

(هريجن -3 مئي 1942ع)

## مذهب ڇا آهي:

”تون منهنجي زندگيءَ ۽ رهڻيءَ جي حالت کي ڏس، ڪهڙيءَ طرح آءٌ کايان ٿو، ويهان ٿو، ڳالهايان ٿو، ۽ عام طور تي ٻين سان ورتاءُ ڪريان ٿو - انهن سڀني ڳالهين جو جيڪو ڪُجهہ حاصل منهنجي اندر آهي، اُهو ئي مذهب آهي.“

(هريجن -23 ڊسمبر 1946ع)

## سڀني جي لاءِ هڪ:

جيڪڏهن آءٌ ڊڪٽيٽر هُجان ها تہ مذهب ۽ حڪومت جُدا جُدا هجن ها. آءٌ پنهنجي مذهب تي حياتي گهوريان ٿو. آءٌ اِنهيءَ جي لاءِ مرڻ واسطي تيار آهيان، پر اِهو منهنجو ذاتي معاملو آهي: حڪومت جو انهيءَ سان ڪو بہ تعلق نہ آهي... تون منهنجي زندگي ۽ بُود و باش (رهڻيءَ) جي حالت کي ڏس، تہ ڪهڙيءَ طرح آءٌ کايان ٿو، ويهان ٿو، ڳالهائيان ٿو، عام طور تي ٻين سان ورتاءُ ڪريان ٿو، انهن ڳالهين جو حاصل، جيڪو ڪُجهہ منهنجي اندر آهي، اُهو ئي مذهب آهي.

(هريجن- 22 ڊسمبر 1946ع)

## سواءِ ڪنهن مداخلت جي:

هر شخص کي حق حاصل آهي تہ هُو سواءِ ڪنهن مداخلت جي، پنهنجو مذهب قائم رکي. سڀ هڪ ئي خدا جي پرستش (پوڄا) ڪن ٿا، جيتوڻيڪ مختلف نالن سان - جيڪڏهن آءٌ پنهنجي خدا کي اِنهيءَ وڻ ۾ ڏسان ٿو ۽ اُنهيءَ جي پرستش (پُوڄا) ڪريان ٿو، تہ مسلمان ڇو اعتراض ڪن! ڪنهن شخص کي اهو چوڻ بہ نٿو جڳاءِ تہ هُن جو خدا ٻئي جي خدا کان افضل آهي، خدا سڀني جي لاءِ هڪ آهي.

(هريجن -18 سيپٽمبر 1942ع)

## ظاهر کان آزاد:

اسان جهڙي هڪ ماڻهوءَ جي حيثيت سان، شري رام چندر جيءَ کي ڪُجهہ معلوم نہ هو. تہ ڪيس نيڪ اُنهيءَ وقت ديس نيڪالي ملندي، جڏهن هُو گاديءَ تي ويهڻ وارو هو؛ پر هُو ڄاڻندو هو. نہ سچي آزادي ظاهر کان آزاد هوندي آهي. ننهنڪري هُو ترڪ وطن کان ٿورڙو بہ متاثر نہ ٿيو. جيڪڏهن هندوئن ۽ سکن کي هيءَ حقيقت معلوم هُجي ها تہ،ديوانگيءَ جي اها لهر اُنهن تي نہ پکڙجي ها، ۽ هُو امن جي حالت ۾ رهن ها؛ ان حقيقت جي ڄاڻ هوندي بہ تہ مسلمانن ڇا ڪيو آهي. جيڪڏهن اهي لفظ هندوئن ۽ سکن جي دلين ۾ جڳهہ پائين (والارين). تہ مسلمان يقيناً خود بخود اُنهن جي طرف مائل ٿيندا.

(3 جنوري 1947ع D.D.)

## شيطان جو آواز:

آءٌ پرواه نہ ڪندس جيڪڏهن ڪو هندو رضا ۽ رغبت ۽ دل سان ڪلمون پڙهي وني. پر جيڪڏهن هُو پنهنجي حياتيءَ ۽ مال جي ڊپ سببان ائين ڪندو، تہ هو اجايو خدا جو نالو وٺندو؛ انهيءَ لاءِ تہ، اُهو تہ شيطان جو آواز هُوندو. جيڪو هن جي منهن مان نڪرندو. جيتريءَ حد تائين آءٌ اسلام کي ڄاڻان ٿو. اُنهيءَ ڪڏهن بہ زبردستي ۽ طاقت جي ذريعي ترقي ناهي ڪئي، ۽ نہ ٿي اهڙيءَ طرح ڪري سگهي ٿو. جيڪو شخص انهيءَ طريقي سان اسلام جي خدمت ڪرڻ جو بهانو ڪري ٿو. اُهو اُنهيءَ عظيم الشان مذهب کي ڇيهو رسائي ٿو.

(هريجن -5 جنوري 1947ع)

## هڪ ئي قداور مناري وڻ جون شاخون:

مذهبي رواداري بلاشڪ منهنجو عقيدو رهيو آهي، پر هاڻي آءٌ اجا به اڳتي وڌي ويو آهيان. هاڻي آءٌ رواداريءَ کان وڌي ڪري سڀني مذهبن جي لاءِ مساوي احترام جي حد تائين پهچي ويو آهيان. سڀئي مذهب هڪ ئي قداور مناري وڻ جون شاخون آهن. پر مون کي صرف وقتي مصلحت خاطر هڪ شاخ کان ٻيءَ شاخ تي پنهنجي جڳهه نه بدلائڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان آءٌ انهيءَ شاخ کي وڍي ڇڏيندس، جنهن تي ويٺل آهيان. انهيءَ ڪري آءٌ مذهب جي تبديليءَ کي گهٽو وڌيڪ محسوس ڪريان ٿو، پر انهيءَ صورت ۾، اندروني احساس جي سببان مذهب جي تبديلي رضا و رغبت جي دٻاءَ جو نتيجو هُجي. مذهبي تبديليءَ جا اهڙا واقعا وڏي تعداد ۾ ٿيا ٿي سگهن، ۽ ڪڏهن جان و مال جي خوف يا دُنيائي فائدي جي لاءِ نه ٿي ئي ٿيا سگهن.

(هريجن -12 جنوري 1947ع)

## اصلي جوهر:

سچي مذهبي تعليم جو جوهر اهو آهي ته سڀني جي خدمت ڪئي وڃي، ۽ سڀني سان دوستي ڪئي وڃي. مون اها ڳالهه ماءُ جي هنج ۾ سکي هئي. توهان جي دل چوي ته مون کي هندو سمجهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. مون وٽ اِنهيءَ جو ڪو به جواب نه آهي. سواءِ انهيءَ جي ته آءٌ اقبال جي مشهور نظم جي هڪ مصرعه پڙهي ڇڏيان (مذهب نٿو سيکاري، پاڻ ۾ وير ڌارڻ)... پنهنجي دوست جو دوست بڻجڻ ته سولو ڪم آهي، پر آهڙي شخص سان دوستي ڪرڻ، جيڪو پاڻ کي تنهنجو دشمن سمجهي ٿو، مذهب جو اصلي جوهر آهي: ٻيءَ

ڳالهہ تہ محض ڪاروبار آهي.

(هريجن -11 مئي 1947ع)

## مذهب جي ڇاڻ:

سوال: ڇا مذهب مري ويندو؟

جواب: مذهب مري ويندو تہ هندستان مري ويندو. اڄ تہ هندو ۽ مسلمان صرف مذهب جي ڇاڻ سان ڇهتا پيا آهن. هُو پاڳل ٿي ويا آهن. پر مون کي اُميد آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ ڳجي آهي ۽ اندر جي سموري ميراڻ مٿي اچي ويئي آهي. جهڙيءَ طرح اِنهيءَ وقت ٿيندو آهي جڏهن بہ درياه پاڻ ۾ ڳڏبا آهن. هر شئي مٿان ميرانجهڙي نظر ايندي آهي، پر اندر هر شئي صاف ۽ مانار ۾ هُوندي آهي. پوءِ وري مٿيون ڪُڙب (ڳاد ٻهڙو) خود ئي سمنڊ ۾ وهي ويندو آهي ۽ درياهہ ڳڏجي ويندا آهن. ۽ اُنهيءَ جو صاف ۽ پاڪ پاڻي بدستور وهندو رهندو آهي.

(هريجن -18 مئي 1947ع)

## قرآن جو مطالعو:

سوال: توهان هندوئن کي اِهو ڇو چوندا آهيو تہ هُو قرآن جو مطالعو ڪن؟

جواب: هر شخص جو اهو فرض آهي. تہ هُو پنهنجي مذهب کان سواءِ ٻين مذهبن جو مطالعو ڪري. ائين ڪرڻ سان ماڻهو انهيءَ قابل ٿي ويندا آهن، جو هُو پنهنجي مذهب کي پاڪ رکي سگهن: ۽ اُنهيءَ کي نقصن کان پاڪ ڪن. تنهن کان سواءِ اسان جي ملڪ ۾ عيسائي، مسلمان، پارسي ۽ ٻين مذهبن جا ماڻهو بہ رهن ٿا. جيڪڏهن هندو اُنهن

کي پنهنجو ڀاءُ سمجهن ٿا. ته اُنهن جو فرض آهي ته اُنهن جي مذهبي ڪتابن جو مطالعو ڪن.

(هريجن -25 مئي 1947ع)

## جيئرو رهڻ پسند نه ڪندس:

ڪو به مذهب ڪنهن اڻ رضا مند دل جي اندر قَسُي نٿو سگهجي. اهڙي هر شخص کيُ جيڪو نالي ماتر، سِک يا هندو بڻايو ويو آهي، يقين رکڻ گُهرجي ته اهڙي مذهبيً تبديلي تسليم نه ڪئي ويندي؛ ۽ اَهڙي هر شخص کي جنهن جو مذهب بدلايو ويو آهي، آزادي حاصل هُونديَ ته هُو پنهنجي اصلي مذهب جي پيروي ڪري. اِهو ئي اصول اُنهن ماڻهن تي به حاوي آهي، جن کي نالي ماتر مسلمان بڻايو ويو آهي. جيڪڏهن اِئين نه ٿيندو ته اِنهيءَ جي معنيٰ ٿئي مذهبن جي تباهيءَ جي ٿيندي. اِهو فرض عوام جو آهي ته هُو اِنهيءَ ڳالهه جو لحاظ رکن، ته سموريون اقليتون اڪثريتن کان خوفزده ٿيڻ کان سواءِ زندگي بسر ڪري سگهن. جيڪڏهن يونين جا مسلمان پاڪستان وڃڻ گُهرن ٿا، ته ڪين اِئين ڪرڻ جي اجازت هُجڻ گُهرجي. پر اَهڙن مسلمانن جي پوري حفاظت ڪرڻ گُهرجي، جيڪي انڊين يونين ۾ رهڻ گُهرن ٿا. آءٌ هر حال ۾، زبردستي ۽ ڏاڍ جي استعمال جي خلاف آهيان؛ اِنهيءَ ڪري منهنجي خواهش ته اها آهي ته سڀئي شرنارٿي (مهاجر) عزت ۽ سلامتيءَ سان پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن واپس وڃي سگهن. آءٌ ته موجوده صورتحال کي قائم ۽ دائم ڏسڻ جي لاءِ جيئرو رهڻ به پسند نه ڪندس.

(31 آڪٽوبر 1947ع تقرير)

## آءٌ بهتر هندو بڻجي ويس:

اها ڪا عقل جي ڳالهہ نہ آهي تہ پرارٿنا جي ڪنهن جُزي تي انهيءَ لاءِ اعتراض ڪيو وڃي. جو اُهو قرآن جو جزو آهي. ڪن مسلمانن جا نقص ڪهڙا بہ هُجن (قطع نظر اِنهيءَ امر جي، تہ اهڙن مسلمانن جو تعداد ڇا آهي) پر اهو اعتراض سڄي قوم تي لاڳو نٿو ٿي سگهي، ۽ نہ ئي اُنهيءَ جي پيغمبر ۽ اُنهيءَ پيغمبر جي پيغام تي لاڳو ٿي سگهي ٿو. مون سڄو قرآن پڙهيو آهي. مون کي اِئين ڪرڻ سان ڪُجهہ حاصل ئي ٿيو. مون ڪجهہ بہ وڃايو نہ آهي. آءٌ تہ محسوس ڪريان ٿو تہ "دنيا جي روحاني ڪتابن کي پڙهي ڪري آءٌ بهتر هندو بڻجي ويو آهيان." آءٌ ڄاڻان ٿو تہ قرآن جا مخالف نقاد بہ موجود آهن. بمبئيءَ کان هڪ دوست، جنهن جا ڪوڙ مسلمان دوست آهن، منهنجي سامهون اهو سوال رکيو آهي تہ ڪافرن جي متعلق پيغمبرِ اسلام جي تعليمات ڇا آهي؟ ڇا قرآن جي مطابق هندو ڪافر نہ آهن؟ پر مون پنهنجي مسلمان دوستن سان اِنهيءَ باري ۾ گفتگو ڪئي، اُنهن پنهنجي واقفيت جي بنياد تي مونکي جواب ڏنو، ۽ اُنهن مون کي يقين ڏياريو تہ ڪافر اُنهيءَ کي چوندا آهن، جيڪو خدا جي وجود جو قائل نہ هُجي، پر هندو اَهڙا نہ آهن، اِنهيءَ لاءِ جو هُو هڪ خدا جي وجود تي اعتماد رکن ٿا. جيڪڏهن اسان ڇڙو اعتراض ڪندڙن جي چوڻ تي هلون، تہ اسان کي قرآن ۽ پيغمبر ٻنهي کي برو ڀلو چوڻ گهرجي. بلڪل اَهڙي طرح جهڙيءَ طرح اعتراض ڪندڙن جي ڳالهہ تي اعتبار ڪري ڪرشن کي بُرو ڀلو چيو ويندو آهي، اِنهيءَ ڪري جو ماڻهن ڪيس اَهڙيءَ طرح پيش ڪيو آهي، جو چئبو تہ هُو وڏو ڀي ڪو عيش پسند ماڻهو هو: ۽ وٽس 1600 گوپيون هُيون.

(2 نومبر 1947ع تقرير)

## ناخدا ترسي:

آئون اِنهيءَ واقعي جو ذڪر ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان، تہ وڳوڙن دوران جيسنائين مون کي معلوم ٿيو آهي، تقريباً 137 مسجدون ٽوريون ڪي گهٽيون ڊاٺيون ويون آهن، اُنهن مان ڪن کي مندر بنايو ويو. هڪ اهڙي مسجد ڪناٽ پيليس پرسان آهي، جيڪا ڪنهن جي نظر کان لڪي ڇپي نٿي رهي سگهي. انهيءَ تي هڪ تہ رنگو جهنڊو ڦڙ ڦڙائي رهيو آهي، اِنهيءَ ۾ هڪ بُت رکي ڪري مندر بنايو ويو آهي. ”آءٌ مسجدن جي اهڙين سڀني بيحرمتين کي هندو ڌرم ۽ سکن جي مذهب تي هڪ داغ سمجهان ٿو. منهنجيءَ راءِ ۾ اهو عمل بلڪل ناخدا ترسيءَ جو عمل آهي. رهي ڳالهہ تہ پاڪستان جي مسلمانن بہ اِنهيءَ قسم جي بيحرمتي ڪئي آهي، اها ڳالهہ انهيءَ داغ کي گهٽ ڪرڻ جو سبب نٿو بڻائي سگهجي. هر اهڙي عمل کي آءٌ هڪ اهڙو ڪم سمجهان ٿو، جنهن سان هندُو ڌرم، سک مذهب ۽ اسلام (جنهن بہ مذهب جا پوئلڳ ائين ڪن) برباد ٿيندو.

(هريجن 30 نومبر 1947ع)

## موت هڪ شاندار ڇوٽڪارو:

ڪو شخص جيڪڏهن پاڪ صاف آهي، تہ هُن وٽ قربان ڪرڻ جي بهترين شيءِ پنهنجي حياتي آهي. آءٌ تہ اها دُعا ڪريان ٿو ۽ منهنجي خواهش آهي تہ منهنجي اندر ايتري قدر پاڪائي پيدا ٿئي، جو آءٌ اهو ڪم ڪري سگهان. (پنهنجي حياتي نڇاور ڪري سگهان)؛ بجاءِ انهيءَ جي تہ آءٌ هندستان ۾ هندو ڌرم، سک مذهب ۽ اسلام جي بربادِيءَ جو بيڪار تماشائي بڻجان- ( ۽ ڪجهہ نہ ڪري سگهان) منهنجي لاءِ موت هڪ شاندار ڇوٽڪارو هُوندو.

(12 جنوري 1947ع تقرير)

## هندو ڌرم جي حفاظت جو طريقو اهو نہ آهي:

آءُ تعريف جو حقدار تہ اُنهيءَ وقت ٿي سگهان ٿو، جڏهن آءُ
ڪنهن آهڙي بم جي مار ڪان زخمي ٿي ڪري پوان، ۽ پوءِ بہ آءُ
پنهنجي چهري تي مسڪراهٽ قائم رکان، ۽ منهنجي دل ۾ بم اُڇلائڻ
وارن جي خلاف ڪينو يا ساڙ پيدا نہ ٿئي... مون ٻُڌو آهي. تہ اُنهيءَ
نوجوان (جنهن بم اُڇلايو) سواءِ اجازت جي هڪ مسجد تي قبضو
ڪري ورتو هو. جيئن تہ هُن کي ڪا بہ جڳهہ رهڻ جي لاءِ نہ ملي
سگهي هُئي ۽ هاڻي جڏهن تہ پوليس سيني مسجدن کي خالي ڪرائي
رهي آهي، تہ هُن کي اها ڳالهہ ناگوار لڳي. اهو ڪم غلط هو ۽ اها
ڳالهہ اڃا بہ غلط هئي، تہ هُن اعليٰ عملدارن جي حُڪم جي تعميل نہ
ڪئي. جيڪي هُن کي اهو چوندا رهيا تہ هُو مسجد کي خالي ڪري
ڇڏي. جيڪي ماڻهو اِنهيءَ نوجوان جي پس پشت آهن، اُنهن کي آءُ
اپيل ڪريان ٿو تہ هُو آهڙن ڪمن ڪان لنوائين. هندو ڌرم جي حفاظت
جو طريقو اهو نہ آهي. هندو ڌرم کي صرف منهنجي طريقي سان
محفوظ ڪري سگهجي ٿو. مون کي اُميد آهي تہ اهو نوجوان ۽ اُنهيءَ
جي پنيرائي ڪرڻ وارا پنهنجيءَ غلطيءَ کي سمجهندا: اِنهيءَ ڪريءِ جو
ان عمل سان تہ هندو ڌرم کي ڇيهو رسايو ويو آهي.

(21 جنوري 1948ع تقرير)

## دلين ۾ خدا:

مسلمان هڪ گهڻ تعدادي قوم آهي. جيڪا سڄي دنيا ۾ پکڙيل
آهي. ڪو بہ سبب نٿو معلوم ٿئي تہ اُهي ماڻهو. جن جو مقصد سڄي
دنيا سان دوستي ڪرڻ آهي. مسلمانن جا دوست نہ بڻجن. آءُ ڪو

جونشي نہ آهيان، پر خدا مون کي ڪافي عقل ڏنو آهي، تہ جيئن آءٌ انهيءَ ڳالهہ کي سمجهان تہ جيڪڏهن ڪنهن نہ ڪنهن سبب ڪري اهي ماڻهو يونين جي مسلمانن جا دوست نہ بڻجي سگهن، تہ سڄي دنيا جا مسلمان انهن جي خلاف ٿي ويندا. ۽ اهي هندستان کي هٿان وڃائي ويهندا. تڏهن هندستان ۾ جتي ٻئي ڊومينن (اقتدار اعليٰ ڪانپوءِ) شامل آهن، وري هڪ پيرو غير ملڪين جي اقتدار هيٺ هوندو.. اسان کي خوف دل مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي. اهڙي حالت ٿي وڃي جو هر مسلمان بار هندوئن ۽ سکن جي وچ ۾ پاڻ کي محفوظ سمجهي. هيستائين تہ اسان جو رخ شيطان جي طرف ڦريل هو. هاڻي آءٌ اُميد ڪريان ٿو تہ خدا جي طرف ڦري ويندو. "آءٌ ڪنهن ٻئي مقصد جي لاءِ جيئرو رهڻ نٿو گهران، محض زباني ڳالهين مان ڪجهہ فائدو نہ آهي، انهن کي پنهنجين دلين ۾ خدا کي جڳهہ ڏيڻ گهرجي. خدا هڪ ئي آهي، خواه اُنهيءَ جا ڪيترا ئي نالا هجن. انهيءَ حقيقت کي سمجهي ونڻ ڪانپوءِ سڄي دشمني ۽ عدم رواداري ختم ٿي سگهي ٿي. هندوءَ کي هميشه جي لاءِ طئي ڪري ونڻ گهرجي تہ اهي جهڳڙو نہ ڪندا.

آءٌ هندوئن ۽ سکن کي مشورو ڏيندس تہ هو اهڙيءَ طرح قرآن پڙهن. جهڙيءَ طرح گيتا ۽ گرنٿ صاحب پڙهندا آهن. مسلمانن کي بہ آءٌ چوان ٿو تہ هو ساڳئي احترام سان گيتا ۽ گرنٿ صاحب پڙهن، جهڙيءَ طرح قرآن پڙهندا آهن. جيڪو ڪجهہ هو پڙهن. اُنهيءَ جي معنيٰ انهن کي سمجهڻ گهرجي؛ ۽ اُنهن جي اندر هر مذهب جو مساوي احترام هئڻ گهرجي. اِهو ئي منهنجي سڄي حياتيءَ جو عمل ۽ مقصد رهيو آهي. آءٌ سناتن هندو آهيان- باجود انهيءَ جي تہ آءٌ اصطلاح عام ۾ بت پرست نہ آهيان، پر انهن ماڻهن سان نفرت نٿو ڪري سگهان، جيڪي بُتن کي پوڄين ٿا؛ بت پرست خدا کي پٿر جي مورتيءَ ۾ ڏسي ٿو. خدا حاضر و ناظر آهي. جيڪڏهن خدا کي پٿر ۾ تلاش ڪرڻ غلط

آهي تہ پوءِ ڪنهن ڪتاب ۾، جنهن جو نالو گيتا هُجي يا گرنٿ صاحب هُجي يا قرآن هجي، اُنهيءَ ۾ ڪيس تلاش ڪرڻ صحيح ڪيئن ٿيو! ڇا اها بہ هڪ قسم جي بت پرستي نہ آهي؟ "رواداري ۽ هڪ ٻئي جو احترام سکي وٺڻ کان پوءِ ئي، اهي هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي قابل ٿيندا."

(هريجن -25 جنوري 1948ع)

آءٌ شهادت جو درجو حاصل ڪرڻ جي لاءِ بي
قرار تہ نہ آهيان، پر جيڪڏهن اِنهيءَ ڪم کي سر
انجام ڏيڻ ۾، جنهن کي آءٌ پنهنجو فرض سمجهان
ٿو، ۽ محبت جي مذهب جي پرچار ڪرڻ ۾ منهنجي
لاءِ اُهڙو وقت اچي وڃي، تہ آءٌ اُنهيءَ جو مستحق
ثابت ٿيندس.

***

هن هندستان ۾ جهڙي اهو شڪل اختيار
ڪندو پيو وڃي. منهنجي لاءِ ڪا بہ جڳهہ نہ آهي.
آئون 125 سال جيئرو رهڻ جي اميد تان هٿ کڻي
ويو آهيان.

***

آئون اُنهيءَ وقت کي ڏسڻ جي لاءِ جيئرو رهڻ
نٿو گُهران، جڏهن هندستان جي انسانيت وحشت ۾
بدلجي وڃي.

8 جون 1947ع

***

جيڪڏهن نفرت ۽ رتو ڇاڻ جي فضا قائم رهي
تہ آئون جيئرو ئي نہ رهي سگهندس.

2 آڪٽوبر 1947ع

## شرم جي ڳالهه:

اُهي سيئي جيڪي امن چاهين ٿا. امن کي قائم رکڻ جي لاءِ متحد ٿي وڃن. اهو مهان جزيري نما محمد ۽ اسلام جو ساٿيھ، هندو ۽ مسلمان جي مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪري سگهي ٿو.

منهنجي لاءِ انهيءَ امر جو اعتراف ڪرڻ شرم جي ڳالهه آهي، ته اسان پنهنجي گهر ۾ هڪ ٻئي جي خلاف آهيون. هندو بزدليءَ ۽ خوف جي سببان مسلمانن تي ڀروسو نٿو ڪري. ۽ ساڳيءَ طرح مسلمان پڻ پنهنجي بزدلي ۽ ذهني خوف جي سببان هندن تي ڀروسو نٿو ڪري. پنهنجي سموري تاريخ ۾ اسلام جو اصول بي مثال بهادري ۽ امن رهيو آهي. انهيءَ ڪري مسلمانن جي لاءِ اها ڳالهه فخر جي قابل نٿي ٿي سگهي ته هو هندوئن کان ڊڄن. ساڳيءَ طرح هندوئن جي لاءِ به اها ڳالهه فخر جي قابل نٿي ٿي سگهي ته هُو مسلمانن کان ڊڄن. انهيءَ حالت هوندي به جو ڪين سڄي دنيا جي مسلمانن جي مدد حاصل هُجي. ڇا اسان ايتري قدر ڪري پيا آهيون جو اسان پنهنجن پاڇولن کان ڊڄون!؟ آءٌ چاهيان ٿو ته توهين جيڪي پيغمبر جي وطن جا ماڻهو آهيو، هندو مسلمانن جي وچ ۾ امن قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪريو. آءٌ اهو، نٿو ٻڌائي سگهان ته توهان ڪهڙيءَ طرح سان ائين ڪريو، پر ايتريءَ ڳالهه آءٌ توهان کي ياد ڏياريان، ته جتي ارادو هُوندو آهي اُتي رستا به پيدا ٿي پوندا آهن. آءٌ چاهيان ٿو ته ملڪ عرب جا ماڻهو اهڙي حالت پيدا ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪن، جو مسلمان هندوءَ جي مدد ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهي، ۽ ساڳيءَ طرح هندو مسلمان جي.

"Nations voice" (P.100).

## ايمان پري اُميد:

هڪ هندو. ۽ قطعي طور گوشت نہ کائيندڙ هندو ۽ ڳانءِ جي هڪ اهڙي پرستار جي حيثيت سان، جيڪو ڳانءِ جو ايترو ئي احترام ڪري ٿو جيترو پنهنجي ماءُ جو. منهنجي اها دعويٰ آهي تہ مسلمانن کي. جيڪڏهن اُهي ائين چاهين ٿا. تہ ڪين ڳانءِ ذبح ڪرڻ جي پوري آزادي حاصل هئڻ گهرجي - پر اهو ضرور آهي تہ اِها آزادي صحت جي ڀلائيءَ جي اصولن سان مشروط هُجي. ۽ هُو اهو ڪم اهڙيءَ طرح ڪن. جو اُنهن جي هندو پاڙيسرين جي دل آزاري نہ ٿئي: فرقي وار اتحاد جي لاءِ مسلمانن جي اِنهيءَ حق کي تسليم ڪرڻ ضروري آهي. ۽ اِهو ئي هڪ طريقو ڳانءِ جي حفاظت ڪرڻ جو بہ آهي. سن 1921ع ۾ هزارين ڳانئيون خود مسلمانن جي ڪوشش سان بچايون ويئيون. باوجود اِنهن ڪارن ڪڪرن جي. جيڪي اسان جي سر تي جهومي رهيا آهن، آءٌ انهيءَ اميد تان دست بردار نٿو ٿي سگهان تہ اِهي بادل هٽي ويندا، ۽ اسان کي هن بدنصيب ملڪ ۾ بيهر. فرقي واري امن حاصل ٿيندو. جيڪڏهن مون کان اِنهيءَ ڳالهہ جو ثبوت گهريو وڃي. تہ آءٌ سواءِ اِنهيءَ جي ڪوبہ جواب نٿو ڏيئي سگهان، تہ منهنجي اُميد منهنجي ايمان تي مبني آهي. ۽ ايمان ڪنهن ثبوت جو مطالبو نٿو ڪري.

"To Hindus & Muslims" Edited by Hingorani. P. 476

## اهنسا جو امتحان:

مون کي ڏکڻ آفريقا ۾ ئي انهيءَ ڳالهہ جو ڪافي حساس ٿي چڪو هو. تہ مسلمانن ۽ هندوئن جي وچ ۾ حقيقي اتحاد نہ آهي. تنهن ڪري مون اتحاد جي راهہ مان رنڊڪ کي دور ڪرڻ جي ڪنهن بہ موقعي کي هٿن مان وڃڻ نہ ڏنو. اها منهنجي فطرت نہ هئي. تہ آءٌ

ڪنهن جي اُجائي تعريف ۽ واکاڻ ڪري، يا پنهنجي عزت نفس کي ڇيهو رسائي ڪنهن کي خوش ڪريان. پر ڏکڻ آفريقا جي تجربن مون کي يقين ڏياريو هو، تہ سڀ کان وڏيڪ هندو مسلم اتحاد ئي جي سوال تي منهنجي اهنسا جو امتحان ٿيندو؛ ۽ اهو ئي مسئلو منهنجي اهنسا جي تجربن جو وسيع ترين ميدان آهي. اهو ئي يقين.مون کي اڄ بہ آهي. پنهنجي زندگيءَ جي هر پل ۾ مون انهيءَ ڳالهہ کي محسوس ڪيو آهي، تہ خدا منهنجو اُمتحان وٺي رهيو آهي.

Story of Experiments . P.357,

..... ڇيو وڃي ٿو تہ ويدڪ عقيدا چينين جي عقيدن کان مختلف آهن. پر اِنهن بنهي فرقن جا ماڻهو، ٻن مختلف قومن سان تہ تعلق نٿا رکن. حقيقت اها آهي تہ اسان غلام ٿي ويا آهيون. اِنهيءَ ڪري پاڻ ۾ وڙهندا آهيون، ۽ چاهيون ٿا تہ ڪا ٽين ڌُر اسان جي جهڳڙن جو فيصلو ڪندي رهي. جهڙيءَ طرح هندوئن ۾ تنگ نظر ماڻهو آهن، ساڳيءَ طرح مسلمانن ۾ بہ آهن. جيتري قدر اسان ترقي ڪنداسين اوتري قدر اسان اِنهيءَ ڳالهہ کي سمجهنداسين، تہ اسان کي اُنهن ماڻهن سان وڙهڻ جي ضرورت نہ آهي، جن جي مذهب کي اسان قبول نٿا ڪريون.

(هند سوراج صفحو 62- 22 نومبر 1908ع)

## سپنن جي دنيا:

جيڪڏهن هندو اهو سمجهن ٿا تہ هندستان ۾ صرف هندو ئي رهن، تہ اُهي سپنن جي دنيا ۾ رهن ٿا. سڀئي هندو، مسلمان، پارسي ۽ عيسائي، جن هندستان کي پنهنجو وطن بڻايو آهي، اهي پاڻ ۾ هم وطن آهن. ۽ اُنهن کي گڏجي رهڻو پوندو. خواه پنهنجن مفادن ئي جي لاءِ اٿين ڪرڻو پوي. دنيا جي ڪنهن بہ حصي ۾ هڪ قوميت ۽ مذهب

جي يڪسانيت لازم ۽ ملزوم شيءِ نہ آهي، ۽ نہ ئي هندستان ۾ ڪڏهن ائين ٿيو آهي.

(هند سوراج صفحو 62-22 نومبر 1908ع)

## قوميت جو روح:

هندستان صرف اِنهيءَ لاءِ قومي اتحاد کان محروم نٿو ٿي سگهي، جو مختلف عقيدن جا ماڻهو هن ملڪ ۾ رهن ٿا....ملڪ ۾ جذب ڪرڻ جي قابليت هُئڻ گهرجي. هندستان اهڙو ئي ملڪ آهي. حقيقت تہ اها آهي تہ هتي ايترا ئي مختلف عقيدا آهن جيترا هتي جا ماڻهو آهن. پر جيڪي ماڻهو قوميت جي روح کي محسوس ڪندا آهن. اُهي هڪ ٻئي جي مذهب ۾ مداخلت ناهن ڪندا.

(هند سوراج صفحو 62-22 نومبر 1908ع)

## پنهنجي حماقت تي الزام:

جيڪڏهن ٻہ ڀائر صلح سان رهڻ گهرندا هُجن، تہ ڇا ڪنهن ٽئين ڌُر جي لاءِ اهو ممڪن آهي تہ هو اُنهن کي هڪ ٻئي کان جُدا ڪري سگهي؟ پر جيڪڏهن اُهي وڳوڙين جي مشورن تي ڪن ڏين تہ آءٌ کين ڪم عقل سمجهندس. جيڪڏهن انگريز اسان کي هڪ ٻئي کان جُدا ڪري سگهن، تہ اسان کي انگريزن کي ڏوهہ ڏيڻ جي بجاءِ پنهنجي بدحواسي ۽ بُي عقليءَ کي ڏوهہ ڏيڻ گهرجي. هڪ مٽيءَ جو ٿانو پٿر جي ڀهرئين ڏڪ سان نہ، تہ ٻئي سان ضرور ٽٽي پوندو. ٿانو کي اِنهيءَ خطري کان بچائڻ جي اها صورت نہ آهي تہ اُنهيءَ کي خطري جي جڳهہ تان هٽايو وڃي، پر اُنهيءَ جي تحفظ جي صورت اها آهي تہ اُنهيءَ ٿانو کي آويءَ جي آڳ ۾ رکي ڪري. ايترو تہ سخت ٻٽائي ڇڏجي، جو

اهو ٿئي ئي نہ سگهي. اهڙيءَ ئي طرح اسان کي پنهنجين دلين کي پڪو بڻائڻ گهرجي، پوءِ ئي اسان محفوظ ٿي سگهنداسين. اهو ڪم هندوئن جي لاءِ سولو آهي. انهيءَ ڪري جو اُهي تعداد ۾ وڌيڪ آهن ۽ وڌيڪ تعليم يافتہ هجڻ جي بہ دعويٰ ڪن ٿا. تنهنڪري اهي مسلمانن سان پنهنجن خوشگوار لڳ لاڳاپن کي اهڙن حملن کان بچائڻ جو بهتر انتظام ڪري سگهن ٿا.

(هند سوراج صفحو 62- 23 نومبر 1908ع)

## دوستيءَ جو امتحان:

دوستيءَ جو امتحان اُها مدد آهي. جيڪا مصيبت جي وقت ڪئي وڃي؛ ۽ اها بہ غير مشروط امداد. اهڙو سهڪار. جنهن جو ڪو معاوضو هُجي، هڪ تجارتي معاهدو آهي؛ اُها دوستي نہ آهي. مشروط سهڪار هڪ اهڙو ناقص سيمنٽ آهي. جيڪو پنهنجي جڳهہ تي مضبوطيءَ سان چنبڙي نٿو سگهي. جيڪڏهن هندو مسلمانن جي مطالبي کي انصاف ڀريو سمجهن ٿا، تہ اُنهن جو اهو فرض آهي، تہ هُو مسلمانن سان سهڪار ڪن. جيڪڏهن مسلمان پنهنجو فرض سمجهن ٿا تہ هندوئن جي احساسن کي ڇيهو نہ رسائين، ۽ ڳانءِ جي قربانيءَ کي بند ڪري ڇڏين، تہ هُو ائين ڪري سگهن ٿا؛ قطع نظر انهيءَ امر جي، تہ هندو اُنهن سان سهڪار ڪن ٿا يا نٿا ڪن. توڙي جو بحيثيت هڪ هندوءَ جي آءٌ ڳانءِ جي پرستش (پُوڄا) ۾ ڪنهن کان گهٽ نہ آهيان، پر آءٌ ڳانءِ ڪُشيءَ جي بند ڪرڻ کي، هندوئن جي سهڪار جو شرط اول بڻائڻ نٿو گهران. هندوئن جو غير مشروط سهڪار ئي ڳانءِ جي حفاظت جو طريقو آهي.

(ينگ انڊيا- 10 ڊسمبر 1919ع)

## مقصد جي شرڪت يا ساڳي پائيواري:

اتحاد ڪهڙين شين تي مشتمل آهي ۽ ڪيتري قدر اُنهيءَ کي ترقي ڏيئي سگهجيٰ ٿي؟ انهيءَ جو جواب بلڪل سادو آهي. اتحاد منحصر آهي مقصد جي شرڪت يا ساڳي پائيواريءَ تي، هڪ گڏيل منزل ۽ هڪبئي جي ڏک ۾ شريڪ ٿيڻ تي. انهيءَ کي بهترين طريقي سان صرف اهڙيءَ طرح ترقي ڏيئي سگهجي ٿي جو اسان هڪ گڏيل منزل تائين پهچڻ جي لاءِ پاڻ ۾ سهڪار ڪريون. هڪ ٻئي جي ڏک ۾ شريڪ ٿيون ۽ هڪبئي سان رواداري ورتيون.

(ينگ انڊيا- 25 فيبروري 1920ع)

## ساڳي ماءُ- ساڳيو رت:

هڪ نيڪ ڪم ۾ مسلمانن جي مدد ڪرڻ، هندستان جي خدمت ڪرڻ آهي: ڇاڪاڻ جو مسلمان ۽ هندو هڪ ئي رت مان پيدا ٿيا آهن. اُهي هڪ ئي ماءُ (ڀارت ماتا) جي پيٽ مان پيدا ٿيا آهن.

(ينگ انڊيا- 28 جولاءِ 1921ع)

## محض ڇَٽي:

جيڪو اتحاد اسان چاهيون ٿا، اُهو صرف ڇٽي لڳائڻ نہ آهي پر دلين جو اهڙو اتحاد آهي. جيڪو انهيءَ حقيقت جي اعتراف تي مشتمل هجي، تہ هندستان جي لاءِ سوراج هڪ ناممڪن العمل سپنو نہ آهي. جيڪڏهن هندستان جي هندن ۽ مسلمانن ۾ هڪ مضبوط اتحاد قائم نہ ٿي سگهي: تہ محض عارضي صلح ۽ سمجهوتو بيڪار آهي: ۽ نہ ئي اهو اتحاد هڪ ٻئي جي متعلق ڪن فرضتن تحت قائم ٿي سگهي ٿو.

ضروري آهي تہ اِهو اتحاد بہ برابر ڌرين جو ميلاپ هُجي. تہ جيئن هر هڪ ڌر ٻئي جو احترام ڪري.

(ينگ انڊيا - 6 آڪٽوبر 1920ع)

## هوا ۾ ٺونشو:

جيستائين ٻہ ڌريون نہ هجن، تيستائين ڪو جهڳڙو ڪيئن ٿو ٿي سگهي! جيڪڏهن آءٌ مسلمان سان وڙهڻ نہ گهران تہ هو مون کي زبردستي ڪنهن جهيڙي ۾ ڪيئن ڦاسائيندو. ساڳيءَ طرح آءٌ پڻ بي اختيار ٿي ويندس، جيڪڏهن مسلمان مون سان جهڳڙو ڪرڻ تي راضي ئي نہ هوندو . جيڪا ٻانهن هوا ۾ ٺونشو الر ڪندي، اُها خود ئي جهٽڪو کائيندي. جيڪڏهن هر شخص پنهنجي مذهب جي اصل بنياد کي سمجهي، ۽ اُنهيءَ تي قائم رهي ۽ ڪوڙن معلمن (ڏاهن) کي انهيءَ ڳالهہ جي اجازت نہ ڏي، تہ هو هن جا خيال خراب ڪن، تہ پوءِ جهڳڙي ۽ فساد جي ڪابہ گُنجائش باقي نہ رهندي.

(هند سوراج صفحو 62- 22 نومبر 1908ع)

## اتحاد جو غلط مفهوم:

اسان اتحاد جي معنيٰ غلط ڪيندا سين، جيڪڏهن اسان اهو سمجهون تہ ماضيءَ ۾ اسان پاڻ ۾ ويڙهہ ڪاڏي آهي. تنهن ڪري آئنده بہ اسان وڙهندا رهنداسين؛ ايستائين جو ڪا اهڙيءَ طاقتور ڌر، مثلاً انگريز تلوار (طاقت) جي زور تي اسان کي پاڻ ۾ وڙهڻ کان نہ روڪي. پر مون کي يقين آهي تہ اسلام ۽ هندو ڌرم جي تعليم ۾ اهڙي ڪنهن عقيدي جي ڪا بہ سند نہ آهي.

## گهريلو ويڙهه:

۽ حڪومت چورن ۽ ڌاڙيلن جي معاملي ۾ ته عوام جي حفاظت ڪري سگهي ٿي، پر جڏهن هڪ فرقو ٻئي جو بائيڪاٽ ڪندو هُجي، تڏهن ڪابه سوراجي حڪومت به عوام جي حفاظت نٿي ڪري سگهي. جڏهن وڳوڙ زندگيءَ جي روزمره جو حصو ٿي وڃن، تڏهن انهيءَ کي گهريلو ويڙهه چوندا آهن. ۽ پوءِ ڌرين کي وڙهي جُڙهي ڪري ئي فيصلو ڪرڻو پوندو آهي.

(ينگ انڊيا -26 ڊسمبر 1924ع)

## ٽياڪڙ / ٽين ڌر:

ڪنهن ڳالهه مان به اهو گمان صحيح ثابت نٿو ٿئي، ته برطانوي حڪومت کان اڳ هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي سان وڙهندا رهندا هُئا. مون کي يقين آهي ته "تقسيم ڪريو ۽ حڪومت ڪريو" واري برطانوي دستور ئي اسان جي ويڇن کي پڙڪايو: ۽ اُهو ايستائين پڙڪائيندو ئي رهندو. جيستائين اسان انهيءَ ڳالهه کي تسليم ڪري ونون ته اسان جي لاءِ انهيءَ دستور جي باوجود، متحد ٿي وڃڻ ئي ضروري آهي.

(ينگ انڊيا-26 فيبروري 1925ع)

## عقل ۽ فهم:

جيڪڏهن برطانوي حڪومت اهو سمجهي ٿي ته اُها ئي اسان کي هڪ ٻئي سان وڙهڻ کان روڪي رهي آهي، ته جيتري قدر جلد اسان کي هڪ ٻئي سان وڙهڻ جي لاءِ آزاد ڇڏي ڏنو وڃي، اُهو ئي اسان جي مردانگي، اسان جي مذهب ۽ اسان جي ملڪ جي لاءِ بهتر

ٿيندو. اها ڪا عجيب ڳالهہ نہ هوندي، جيڪڏهن اسان پاڻ ۾ وڙهي ڪري عقل ۽ فهم حاصل ڪري وٺون.

(ينگ انڊيا -11 مئي 1921ع)

## اول انسان بڻجڻ گهرجي:

آءٌ حقيقي اتحاد کان مايوس ٿي ويندس، جيڪڏهن اسان برطانوي وردين جي پاڇي ۾، ۽ برطانوي عدالتن جي سامهون ڪوڙين شاهدين سان وڙهندا رهنداسين. اسان کي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ کان اڳ انسان بڻجڻ گهرجي.

(ينگ انڊيا -2 اپريل 1925ع)

## سخاوت پري سوچ / هلت:

هندوءَ جي لاءِ جيڪا شيءِ غير ضروري آهي. اها ممڪن آهي تہ مسلمان جي لاءِ ضروري هجي. سيني غير ضروري مسئلن ۾ هندوئن کي ڪجهہ ڇوڙ کان سواءِ ٿي هٿ ڪٽي ڇڏڻ گهرجي. اهو خسيس ڳالهين تي وڙهڻ، هڪڙي ڏوهہ پري حماقت آهي. جيڪو اتحاد اسان چاهيون ٿا اهو انهيءَ وقت قائم ٿي سگهي ٿو، جڏهن اسان هڪ ٻئي سان سخاوت پري سوچ / هلت اختيار ڪريون.

(ينگ انڊيا -11 مئي 1921ع)

## ڀروسو ڪريو:

اسان هندستان ۾ انهن انگريزن کي ڪجهہ نٿا چئون، جن جي لاءِ هر روز سوين گانئيون ذبح ڪيون وڃن ٿيون. اسان جا راجائون بہ پنهنجي انگريز مهمانن جي لاءِ ڳانءِ جو گوشت مهيا ڪرڻ ۾ ڪوبہ تڪلف نٿا ڪن. تنهن ڪري ڳانءِ جي حفاظت جو سوال چٽبو تہ

صرف مسلمانن کان ئي اُنهيءَ کي بچائڻ تائين محدود آهي. گانءِ جي حفاظت جي هن اُبتي طريقي جي سببان هندن ۽ مسلمانن ۾ گهٽو ڪُجهہ فساد ٿي چُڪو آهي. انهيءَ فساد جي سببان غالباً گهٽي تعداد ۾ ڳانئيون ذبح ٿيون. پر جيڪڏهن صحيح طريقي سان پروپيگندا ڪئي وڃي ها. تہ ائين نہ ٿئي ها. (جيڪڏهن اسان صحيح طريقن تي ڪم ڪريون) تہ مون کي ذرو بہ شڪ نہ آهي تہ اسان کي مسلمانن جي تائيد حاصل ٿيندي: ۽ جڏهن اسان اُنهن جي مذهبي تقريبن ۾ گانءِ ڪشيءَ کي زبردستي روڪڻ کان احتياط ڪنداسين. تڏهن اُنهن کي گانءِ جي قربانيءَ تي اصرار (ضد) ڪرڻ جو موقعو نہ ملندو. اسان جي طرفان جيڪڏهن زبردستي ڪئي ويندي تہ اِنهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو. جو دوبدو جواب ملندو. ۽ احساس وڌيڪ تلخ ٿي ويندا.

اسان مسلمان يا ڪنهن بہ فرقي کي جبراً ۽ زوري پنهنجي مذهبي ۽ ٻين احساسن جو اقرار ڪرڻ تي مجبور نٿا ڪري سگهون. پر في الحقيقت اسان ٻين جي پائيراڻن احساسن کي بيدار ڪرڻ سان اِهو مقصد حاصل ڪري سگهون ٿا. هندوئن جي لاءِ منهنجو اهو مشورو آهي تہ مسلمانن جي. اُنهن جي مصيبت جي وقت. فياضي/ سخا ۽ قربانيءَ جي اسپرٽ ۾. پنهنجي نقصان جي پرواه ڪرڻ کانسواءِ پوري پوري امداد ڪري. توهان گانءِ کي بچائي وٺندا. اسلام هڪ اڏول حوصلي وارو مذهب آهي. ان تي ۽ ان جي عقيدتمندن تي ڀروسو ڪريو.

(ينگ انڊيا -8 جون 1921ع)

## مسلمانن جي دوستي:

هر هندوءَ جو اِهو ايمان هُجڻ گُهرجي تہ گانءِ کي صرف مسلمانن جي دوستي ئي بچائي سگهي ٿي. اسان کي صاف طرح تسليم ڪرڻ گُهرجي تہ گانءِ جي پوري حفاظت مسلمانن جي نيڪ ارادن تي منحصر آهي.

(ينگ انڊيا -8 جون 1921ع)

## هڪ مفاد اهڙو بہ آهي:

ٽين ڌُر - اسان کي تسليم ڪرڻ گُهرجي تہ هڪ مفاد اهڙو بہ آهي. جيڪو عملي طور انهيءَ ڳالهہ جي تدبير ڪندو رهي ٿو، تہ اسان هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي کان جُدا ڪيا وڃون.ساڳيو مفاد اِئين بہ ڪري سگهي ٿو، تہ بظاهر هن معاملي ۾ (گانءِ ڪشي) هندوئن جي جذبات سان گهڻي ڪُجهہ همدردي ظاهر ڪري؛ پر آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ اهڙي همدرديءَ کان مون کي خبردار رهڻ گُهرجي، ۽ اِنهيءَ تي ڀروسو نہ ڪرڻ گُهرجي.

(ينگ انڊيا -8 جون 1921ع)

## ڪوڪلي ۽ سستي شيءِ:

اهڙو هندو مسلم اتحاد گهڻي ئي ڪوڪلي ۽ سستي شيءِ ٿيندو. جيڪڏهن اُهو صرف اِنهي ڳالهہ تي منحصر هُجي، تہ جيئن هڪ ڪندو تيئن ئي ٻيو بہ ڪندو. ڇا مڙس جي وفاداري زال جي وفاداريءَ سان مشروط آهي/ بَدل آهي، ۽ ڇا هڪ عورت بدچلني يا بدناموسي اختيار ڪري سگهي ٿي، جيڪڏهن هن جو مڙس بہ بدڪردار هُجي؟ ازدواجي ادني زندگي هڪ نهايت ئي ادني شيءِ ٿي پوندي، جيڪڏهن اِنهيءَ معاهدي جا فريق پنهنجي طرز عمل کي صرف هڪ ٻئي جو بدلو ڪوئين. اتحاد پڻ شاديءَ جي بنڌن وانگر مقدس آهي.

(ينگ انڊيا -26 جون 1922ع)

## دياءَ:

جيترو وڌيڪ دياءَ اسان مسلمانن تي وجهنداسين، اوتريون ئي وڌيڪ ڳانئيون ذبح ٿينديون. اسان کي گُهرجي تہ مسلمانن کي اُنهن

جي فرض جي احساس جي حوالي ڪري ڇڏيون: ۽ اهڙيءَ طرح اسان
ڳانءِ جي سڀ ڪان وڌيڪ خدمت ڪنداسين.

(ينگ انڊيا -28 جولاءِ 1921ع)

## حقيقي هڪجهڙائي:

هندو حلقن ۾ اها شڪايت اڪثر ٻُڌي ويندي آهي، تہ مسلمان
ڪانگريس ۾ ڀاڱي ڀائيوار نٿا ٿين: يا سوراج فنڊ ۾ چندو نٿا ڏين.
قدرتي سوال هيءُ آهي تہ ڇا اُنهن کي ائين ڪرڻ جي دعوت ڏني ويئي
آهي. هر ضلعي ۾ هندوئن کي خاص طور تي اها ڪوشش ڪرڻ
گُهرجي، تہ هُو پنهنجي مسلمان پاڙيسرين کي اِنهيءَ طرف مائل ڪرڻ
لاءِ همٿائين. اُنهيءَ وقت تائين حقيقي هڪجهڙائي ممڪن ٿي نہ آهي.
جيستائين هڪ فريق ٻئي کي پاڻ کان گهٽ سمجهندو هُجي. مساوي
درجي جي ماڻهن جي وچ ۾ هڪ ٻئي جي سرپرستيءَ جو ڪو سوال
ٿي پيدا نٿو ٿئي. مسلمانن کي جتي هُو اقليت ۾ هُجن، اهو محسوس نہ
ٿيڻ گُهرجي، تہ هُو تعداد يا تعليم ۾ ٻين کان گهٽ آهن.

(ينگ انڊيا -28 جولاءِ 1921ع)

## خدائي جوهر:

اسان انتقام وٺڻ ڪانسواءِ، عقيدي جي لاءِ مرڻ جو خدائي جوهر
وساري ڇڏيو آهي. ساڳيءَ طرح اسان خود اختياريءَ جي حفاظت لاءِ
پنهنجي حياتيءَ کي خطري ۾ وجهي ڪري قوت استعمال ڪرڻ جو فن
بہ وساري ڇڏيو آهي. پر هندو مسلم اتحاد ڪُجهہ بہ نہ آهي، جيڪڏهن
اُهو بهادر مردن ۽ بهادر عورتن جي وچ ۾ ڀائيچاري جو سبب نہ هُجي.
اسان کي سدائين هڪ ٻئي تي ڀروسو ڪرڻ گُهرجي، پر آخري صورت

۾ اسان کي پنهنجو پاڻ تي، ۽ پنهنجي خدا تي ڀروسو ڪرڻ گُهرجي.
(ينگ انڊيا -29 سيپٽمبر 1921ع)

## مجيل حقيقت:

اڻ مسلمانن جي دوستي، محبت جي ذريعي حاصل ڪرڻ چاهيان ٿو: ۽ جيڪڏهن محبت رڳو هڪ ئي قوم جي اندر به باقي رهي، پوءِ به اسان جي زندگيءَ ۾ اتحاد هڪڙي طرح شده يا مجيل حقيقت ٿي پوندو.
(ينگ انڊيا -20 آڪٽوبر 1921ع)

## غير ملڪي غلبي کان گهٽ:

اسان اڃا تائين اهو صاف طور تي نٿا سمجهون، ته پنهي قومن ۾ دل کولي ڪري وڙهي ونڻ جو امڪان، غير ملڪي اقتدار جي غلبي کان گهٽ درجي جي بُرائي آهي.
(ينگ انڊيا -20 آڪٽوبر 1921ع)

## بُزدليءَ جو دامن:

ان کان اڳ جو اهي پُر امن زندگي شروع ڪري سگهن، انگريز سالن تائين پاڻ ۾ وڙهندا رهيا. فرانسيسي پاڻ ۾ اهڙي ته وحشياڻي طريقي سان وڙهيا، جنهن جو مثال موجوده دؤر ۾ نٿو ملي سگهي. آمريڪي به انهيءَ گهريلو ويڙهه ۾ ڪُجهه گهٽ نه رهيا، تڏهن ئي هُو پنهنجو هڪ دستور ٺاهي سگهيا. اسان کي پنهنجي بُزدليءَ جو دامن انهيءَ خوف جي سببان نه جهلڻ گُهرجي، ته پاڻ ۾ وڙهڻ جو انديشو موجود آهي.
(ينگ انڊيا -20 آڪٽوبر 1921ع)

## ٽيئن ڌر:

منهنجي اِها قطعي راءِ آهي تہ ڪو بہ اتحاد ايستائين ممڪن نہ آهي جيستائين ٽيئن ڌُر هتي موجود آهي. اُنهي ئي هٿ نوڪيا فرق قائم ڪري رکيا آهن ۽ اُها ئي انهن کي قائم رکي ٿي. اِنهي ئي جي موجودگيءَ ۾ هندو مسلمان ٻئي، بلڪ اُهي سموريون جماعتون، جيڪي بظاهر هِن وقت هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي رهيون آهن، اُنهيءَ جي طرف امداد ۽ تائيد جي اميد سان ڏسنديون ۽ کين اُنهيءَ کان ئي تائيد حاصل ٿيندي.

(هريجن -24 مئي 1922ع)

## اتحاد ڪانسواءِ:

هندو، مسلمان، سک، پارسي ۽ عيسائي ۽ ٻين هندستانين جي وچ ۾ اتحاد کان سواءِ سوراج جو نالو وٺڻ فضول آهي...... مختلف فرقن جي وچ ۾ هڪ نہ ٽٽندڙ اتحاد قائم ڪرڻ اٽر آهي، تہ جيئن اسان آزادي حاصل ڪري سگهون.

(ينگ انڊيا -14 فيبروري 1942ع)

## ڪمزوريءَ / هيٺائيءَ کان ڊَپ:

هيٺائيءَ مان ڊپ پيدا ٿئي ٿو، ۽ ڊپ مان بي اعتمادي. اسان ٻئي پنهنجن انديشن کي دل مان ڪڍي ڇڏيون. بلڪ جيڪڏهن اسان مان ڪا هڪ ڌُر بہ اِئين ڪندي، تہ اسان جا جهيڙا جهڳڙا بند ٿي ويندا.

(ينگ انڊيا -14 فيبروري 1924ع)

## اتحاد محض هڪ مصلحت:

ڌار ڌار رهي اسان سدائين غلام رهنداسين. تنهن ڪري اتحاد محض هڪ مصلحت نٿو ٿي سگهي. جو جڏهن چاهجي تڏهن ڪيس ڇڏي ڏجي. اسان هن اتحاد کي فقط ان وقت ترڪ ڪري سگهون ٿا. جڏهن اسان سوراج يعنيٰ آزاديءَ مان ٿڪجي پئون. هندو مسلم اتحاد اسان جو اهڙو عقيدو هئڻ گهرجي. جيڪو هميشه هميشه. ۽ هر حالت ۾ قائم رهي.

(ينگ انڊيا -12 مارچ 1922ع)

## ڪنڊن پريل مسئلو:

منهنجي لاءِ سوراج حاصل ڪرڻ انهيءَ ڳالهه تي منحصر نه آهي ته انگريزي ڪابينا ڇا سوچي رهي آهي. ۽ ڇا ٿي چوي - پر اهو مڪمل طور تي منحصر آهي ان ڪنڊن پريل مسئلي (هندو مسلم اتحاد) جي پائيدار ۽ مناسب فيصلي تي - سواءِ انهيءَ جي. هر شيءِ اسان جي سامهون اونداهين آهي.

(ينگ انڊيا -3 اپريل 1924ع)

## غنڊا:

غنڊن کي ڏوهه ڏيڻ غلطي آهي. اُهي ايستائين شرارت نٿا ڪن. جيستائين اسان اُنهن جي لاءِ ماحول پيدا نه ڪريون. جيڪو ڪُجهه بمبئي ۾ ولي عهد شهزادي جي اچڻ جي موقعي تي، سن 1921ع ۾ ٿيو هو. اُهو مون پنهنجي اکين سان ڏٺو هو. اسان ٻج پوکيو ۽ غنڊن ڦل ڪاڍا. اسان جا ئي ماڻهو اُنهن جي پوئيان هُئا. مون کي اهو چوڻ ۾ ذري به هٻڪ نٿي ٿيئي ته ملتان. سهارنپور ۽ ٻين مقامن تي عزت وارا

مسلمان (سڀ نہ) انهن بداعمالين جا ذميدار آهن. اهڙيءَ طرح آءٌ اهو بہ مڃيان ٿو تہ ڪٺاربور ۽ آره ۾ ۽ عزت دار هندو شرارتن جا ذميدار هُئا. جيڪڏهن اهو صحيح آهي تہ پلول ۾ اسان ڪچيءَ مسجد بجاءِ پڪي مسجد نهرائڻ کان روڪيو تہ اهڙو ڪم غندن جو تہ نٿو ٿي سگهي. انهيءَ جو جواب تہ عزت وارن هندوئن کان طلب ڪرڻو پوندو. اسان کي اهو طريقو قطعا ترڪ ڪري ڇڏڻ گُهرجي. تہ اهڙن ڪمن جي ذميداريءَ کان عزت دار طبقي کي آجو سمجهون.

انهيءَ ڪري آءٌ سمجهان ٿو تہ هندو تمام وڏي غلطي ڪندا. جيڪڏهن اهي پنهنجي حفاظت جي لاءِ غندن کي منظم ڪن: اهڙيءَ طرح تہ اهي ڪڙهائيءَ مان نڪري ڪري سِڌو چُلهہ ۾ وجي ڪرندا. واڻئي ۽ برهمڻ کي غندن جي/پيٽ ۾ پنهنجي حفاظت پاڻ ڪرڻ سکڻ گُهرجي. انهن غندن جو تہ هڪ طبقو ئي جداگانہ آهي. خواه اُنهن جو نالو مسلمان هُجي يا هندو...

(ينگ انديا -29 اپريل 1924ع)

## ڳانءِ جي حفاظت:

باوجود انهيءَ جي تہ آءٌ ڳانءِ جي حفاظت کي هندو مذهب جو مرڪزي عقيدو سمجهان ٿو...آءٌ ڪڏهن بہ نہ سمجهي سگهيس تہ مسلمانن جي هن معاملي ۾ ايتري قدر مخالفت ڇو آهي. اسان اُنهيءَ ڳانءِ ڪشيءَ جو ذڪر نٿا ڪريون. جيڪا انگريزن جيْ لاءِ هر ڏهاڙي ٿيندي رهي ٿي: پر اسان جي سڄي ڪاوڙ. ڳاڙهو ٿاندو بڻجي وڃي ٿي. جڏهن ڪو مسلمان ڳانءِ کي ذبح ڪري ٿو. ڳانءِ جي نالي تي جيترا بلوا يا وڳوڙ ٿيا آهن. اُنهن ۾ ڪوششون ضايع ڪيون ويون آهن. انهن فسادن مان هڪ بہ ڳانءِ کي بچائي نہ سگهيو ويو. برخلاف انهيءَ جي. انهن وڳوڙن سان مسلمانن جو ضد وڌندو ۽ ڳئو ڪشي وڌيڪ

ٿيندي. مون کي يقين آهي تہ سن 1921ع ۾ مسلمانن جي رضامندي ۽ فياضاڻين ڪوششن سان وڏيڪ ڳائيون بچائي سگهيون. بنسبت اُهن ڪوشش جي. جيڪي هندوئن گذريل 20 سالن ۾ ڪيون. ڳانءِ جي حفاظت خود اسان جي طرف کان شروع ٿيڻ گُهرجي.

دنيا جي ڪنهن بہ حصي ۾ شايد ڏورن سان ايترو خراب ورتاءُ نٿو ٿئي. جيترو هندستان ۾ ٿئي ٿو. آءٌ هندو ٻيل ڳاڏين هلائيندڙن کي ڏڳن کي شيخون ٿُنبيندي ڏسي ڪئين ڀيرا روئي پيو آهيان. اسان جي ڏورن جو اڌبکئي حالت ۾ رهڻ اسان جي لاءِ شرم جو باعث آهي. ڳانئين جون مُنڊيون ڪاساٽين جي ڪاتيءَ جي هيٺان انهيءَ ڪري اچن ٿيون. جو هندو انهن کي وڪرو ڪندا آهن. ڳانءِ جي حفاظت جو اڪيلو عزت ڀريو طريقو اهو آهي. تہ مسلمانن کي دوست بڻايو وڃي. ۽ اُنهن جي احساس حق تي انهيءَ ڳالهہ کي ڇڏي ڏنو وڃي. تہ هو ڳانءِ جي حفاظت ڪن.

(ينگ انڊيا -29 مئي 1924)

## وطن جي حب خلاف:

هندو هندستان ۾ سوراج چاهين ٿا. نہ کي هندو راڄ. جيڪڏهن هندو راڄ بہ ٿئي ۽ اُنهيءَ ۾ غير هندوئن سان رواداريءَ جو شرط هُجي. تہ انهيءَ ۾ مسلمانن ۽ عيسائين جي لاءِ جڳهہ هوندي. آءٌ تہ هندو راڄ جو خواب ڏسڻ بہ حب وطن جي خلاف سمجهان ٿو.

(ينگ انڊيا - 18 سيپٽمبر 1924ع)

## مسلمان اڇوت:

مولانا حسرت موهانيءَ مون کي چيو تہ هندوئن جي خاطر

مسلمانن کي ڳانءِ جي حفاظت ڪرڻ گهرجي، ۽ هندوئن کي گهرجي ته هو مسلمانن کي اڇوت نه سمجهن؛ جيئن ته بقول هُن جي، اُتر هندستان ۾ مسلمان سمجهيا ويندا آهن. مون هُن کي چيو ته آءٌ انهيءَ معاملي ۾ توهان سان ڪوبه سودو نه ڪندس. جيڪڏهن مسلمان سمجهن ٿا ته اهو انهن جو فرض آهي ته هو هندوئن جي خاطر ڳئون جي حفاظت ڪن، ته هو ائين ڪن؛ ان ڳالهه کي ڌيان ۾ رکڻ کان سواءِ ئي ته هندو اُنهن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪن ٿا. منهنجي راءِ ۾ ته اهو هڪ ڏوهه آهي جو جيڪڏهن هندو مسلمان کي اڇوت سمجهن. ڪين ائين نه سمجهڻ گهرجي. قطع نظر انهيءَ امر جي، ته مسلمان ڳئون کي ماري ٿو يا اُنهيءَ جي حفاظت ڪري ٿو.

(ينگ انڊيا. 18 سيپٽمبر 1924ع)

## انسان حيوان:

حقيقت اها آهي ته جڏهن رت ٿهڪندو آهي، تعصب جو پلڙو ڳرو هوندو آهي تڏهن انسان، پوءِ ڪٿي اُهو هِندُو هُجي يا مسلمان يا ڪُجهه ٻيو، حيوان بڻجي وڃي ٿو؛ ۽ حيوانن جهڙا ڪم ڪرڻ لڳي ٿو.

(ينگ انڊيا. 29 مئي. 1924ع)

## شيشي جي گهرن ۾:

جيڪڏهن اُنهن جي دلين مان وهم نڪري وڃن ته مسلمان ڏاڍا بهادر ۽ سخي آهن. هندو، جيڪي پاڻ شيشي جي گهرن ۾ رهن ٿا، ڪوبه حق نٿا رکن ته هو پنهنجن مسلمان پاڙيسرين تي پٿر اُڇلائين. اهو به ته ڏسو ته اسان پنهنجي ڌتڙيل فرقن سان ڇا ڪري رهيا آهيون - ۽ اسان ڇا ڪيو آهي؟ جيڪڏهن ڪافر هڪ ملامتي لفظ آهي ته انهيءَ

ڪان گهٽو وڌيڪ ملامتي لفظ چنڊال آهي. دنيا جي مذهبن جي تاريخ ۾ هن طرز عمل جو ڪوبہ مثال نٿو ملي سگهي. جيڪو اسان پنهنجن ڌتڙيل فرقن سان اختيار ڪري رکيو آهي: ۽ افسوس اهو آهي تہ اهو طرز عمل اڃا تائين جاري آهي. اسلام جي تاريخ ۾ جيڪڏهن اخلاقي اوڻائيون آهن تہ انهيءَ جا ڪوڙ سارا صفحا روشن بہ آهن. پنهنجي عظمت جي زماني ۾ اسلام غير فرقيوارانہ هو. سڄي دنيا هُن جي واکاڻ ڪري ٿي. اسلام ڪوڙو مذهب نہ آهي. هندو ٿورڙو انهيءَ کي پڙهن تہ هُو انهيءَ کي پسند ڪندا، جهڙيءَ طرح آءٌ پسند ڪريان ٿو. جيڪڏهن هاڻي مسلمان سخت ۽ تعصبي ٿي پيو آهي، تہ اسان کي مڃڻ گهرجي تہ انهيءَ کي اهڙو بڻائڻ ۾ اسان جو حصو بہ ڪجھ گهٽ نہ آهي.

(ينگ انڊيا، 29 مئي 1924ع)

## خوش اخلاقي يا خوشامد:

مون تي مسلمانن جي طرفداريءَ جي تهمت ٻيٽيءَ طاقت سان دهرائي پئي وڃي. هندو چون ٿا تہ آءٌ هندوئن جا نقص بيان ڪرڻ ۾ وڌاءَ جي حد ٽپي وڃان ٿو: ۽ مسلمانن جي عيبن کي گهٽائي ڪري ڏيکاريان ٿو. هڪ طرح تہ آءٌ خود بہ ان تهمت کي تسليم ڪريان ٿو. جيڪڏهن صحيح فيصلو ڪرڻو آهي تہ اسان کي حالتن کي درست رُخ کان ڏسڻ گهرجي. عادت قدرتي طريقي ڪار کي اُلٽو ڪري ڇڏيو آهي. اسان پاڻ پنهنجين غلطين جو وزن گهٽ محسوس ڪريون ٿا. ۽ پنهنجن مخالفن جي عيبن جو وزن وڌيڪ ٻُڌائيندا آهيون. انهيءَ ڪري عدم رواداريءَ جو لاڙو پيدا ٿئي ٿو. اعتراض ڪندڙن کي ائين نہ سمجهڻ گهرجي، جيئن ڪي ماڻهو سمجهي رهيا آهن. تہ آءٌ ڪنهن سياسي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ مسلمانن جي خوشامد ڪري رهبو آهيان. منهنجي لاءِ اهو ڪم ناممڪن آهي، انهيءَ ڪري جو آءٌ

ڄاڻان ٿو ته اتحاد خوشامد ۽ چاپلوسيءَ سان حاصل نٿو ٿي سگهي.
خوش اخلاقيءَ کي خوشامد نه سمجهڻ گهرجي، ۽ نه ئي نئود پائيءَ/
نڪ جي ڏاڍائيءَ کي بي خوفي ۽ بهادري.

(ينگ انڊيا - 12 جون 1924ع)

## وڏي دل جي ضرورت آهي:

آءٌ ڄاڻان ٿو ته ڪوڙ سارا هندو ائين خيال ڪن ٿا، پر سچي ڳالهه
اها آهي ته هڪ اهڙيءَ فضا ۾. جنهن تي بدگماني ۽ جذبات حاوي
آهن، غير جانبداريءَ کي جانبداري ضرور سمجهيو ويندو. اُنهن هندوئن
کي. جيڪي اسلام يا مسلمانن ۾ ڪا خوبي به ڏسڻ کان انڪار ڪن
ٿا. قدرتاً صدمو ٿئي ٿو، جڏهن اُهي ڏسن ٿا ته اسلام ۽ اُنهيءَ جي
بوئلگن جي طرفان ڪا صفائي پيش ڪئي پئي وڃي. پر مون تي ته
ڪوبه اثر نٿو ٿئي، انهيءَ ڪري جو آءٌ ڄاڻان ٿو ته ڪنهن ڏينهن ته
منهنجا هندو ٽوڪيندڙ منهنجي اندازي جي صحت يا سچائيءَ کي
تسليم ڪري وٺندا، اُهي غالباً انهيءَ ڳالهه کي تسليم ڪري وٺندا، ته
جيستائين هر فريق هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۽ هڪ ٻئي جي نقطہ نظر ۽
ڪمزورين کي گوارا ڪرڻ جي لاءِ تيار نه ٿيندو، تيستائين اتحاد ٿي ئي
نٿو سگهي. انهيءَ جي لاءِ هڪ وڏي دل جي ضرورت آهي، جنهن جي
معني اها آهي ته اسان کي ٻين سان اهوئي ڪرڻ گهرجي، جيڪو اسان
چاهيندا آهيون، ته اهي اسان سان ڪن.

(ينگ انڊيا، 7 آگسٽ 1924ع)

## رواداري:

سچي هندو مسلم اتحاد جي پاڪيزگي اها آهي، ته مسلمان نه
صرف مصلحتن صرف هڪ پاليسيءَ ونگر، پر منهنجي مذهب جي هڪ

جُزي جي طور. ٻئي جي مذهب سان رواداري ورتين. اهڙيءَ طرح هندوئن کان به توقع ڪئي وڃي ٿي. نه اهي به اهڙي ئي قسم جي رواداري ٻين جي مذهب سان ورتيندا: پوءِ ڪٿي اُهي مذهب هندوئن جي مذهبي احساسن جي لاءِ ڪيترا ئي اڻ وڻندڙ ڇو نه هجن.

(ينگ انڊيا. 28 آگسٽ 1924ع)

## آءٌ فسادن جو ذميدار:

آءٌ ڄاڻان ٿو ته ڪوڙ سارا هندو اهو محسوس ڪن ٿا ته آءٌ اهڙن ڪوڙ سارن واقعن (فسادن) جو ذميوار آهيان. انهيءَ ڪري جو هُو اهو چون ٿا ته مون ئي وڏيءَ حد تائين مسلمان عوام ۾ بيداري پيدا ڪئي آهي. آئون انهيءَ تهمت کي تسليم ڪريان ٿو. پر آئون پنهنجي ڪئي تي پشيمان نه آهيان... مسلمانن سان منهنجي اتحاد ۾ اهو پڪو شرط شامل آهي. ته اُهي منهنجن ٻتن ۽ منهنجي مندرن جو لحاظ رکندا.

(ينگ انڊيا. 28 آگسٽ 1924ع)

## انتقام جو خيال:

هندوئن کي گهرجي ته انتقام جي خيال کي دل مان ڪڍي ڇڏين. انتقام جي خيال جو تجربو آدم جي وقت کان هن وقت تائين ٿيندو رهيو آهي. ۽ اسان کي معلوم آهي ته اهو طريقو هميشه ناڪام رهيو آهي. اسان انهيءَ جي زهريلي اثر تحت هميشه ڪيهُون ڪندا رهيا آهيون. سڀ کان وڌيڪ ضروري اهو آهي ته هندو مندرن جي انتقام وٺڻ لاءِ مسجدن کي نه ٽوڙين. انهيءَ طريقي جو نتيجو غلامي. ۽ انهيءَ کان به بدتر هوندو. جيڪڏهن هزار مندر به خاڪ ۾ ملائي ڇڏيا وڃن. تڏهن به آءٌ ڪنهن هڪ مسجد کي هٿ نه لڳائيندس: ۽ اهڙيءَ ريت

مذهبي/جنونين جي هٿ ٺوڪئي عقيدي تي پنهنجي عقيدي جي برتري ثابت ڪندس. هندو پنهنجي مذهب جي ۽ پنهنجي مندرن جي حفاظت اهڙيءَ ريت نٿا ڪري سگهن. جو هو انهيءَ جي بدلي ۾ مسجدن کي ٽوڙي ڇڏين! ۽ اهڙيءَ طرح پاڻ کي اوترو ئي مجنون ثابت ڪن. جيترا اُهي ماڻهو آهن جيڪي مندرن جي بي حرمتي ڪري رهيا آهن. انهن نامعلوم شخصن کي. جيڪي انهيءَ وڳوڙ جي پردي ۾ آهن. آئون چوان ٿو. "ياد رکو! اسلام توهان جي عملن وسيلي جانچيو پيو وڃي."

(ينگ انڊيا. 28 آگسٽ 1924ع)

## اسلام جي حفاظت ڏنڊي وسيلي:

آئون اُنهن کي (مسلمانن کي) صرف ايترو چوان ٿو ته. "توهان اسلام جي حفاظت ڏنڊي يا تلوار سان نٿا ڪري سگهو. ڏنڊي جو دؤر گُذري ويو. هاڻي هر مذهب انهيءَ جي پوئلڳن جي نفسي پاڪائيءَ سان جانچيو ويندو. جيڪڏهن توهان پنهنجن عقيدن جي بچاءَ جو ڪم غنڊن جي حوالي ڪري ڇڏيندا. ته اسلام کي سخت نقصان پهچائيندا. انهيءَ صورت ۾ اسلام فقراءِ ۽ الله وارن جو مذهب نه رهندو.

(ينگ انڊيا. 18 سيپٽمبر 1924ع)

## پنهنجي رت سان:

آئون ٻنهي قومن جي وچ ۾ بهترين واسطو (پُل) بڻجڻ چاهيان ٿو. "منهنجي خواهش اها آهي ته جيڪڏهن ضرورت پوي ته ٻنهيءَ کي پنهنجي رت سان اهڙيءَ طرح متحد ڪري ڇڏيان. جهڙيءَ طرح سيمنٽ ٻن شين کي هڪ ٻئي ۾ ضم ڪري ڇڏي ٿو." پر انهيءَ کان اڳ جو آءٌ ائين ڪري سگهان. مون کي مسلمانن تي اهو ثابت ڪرڻو

پوندو تہ آءٌ انهن جو دوست آهيان. منهنجو مذهب مون کي سيکاري ٿو تہ آءٌ سڀنيءَ سان يڪسان طور محبت ڪريان. شال ائين ڪرڻ ۾ خدا منهنجي مدد ڪري.

(ينگ انڊيا. 25 سيپٽمبر 1924ع)

## خدا جا منڪر:

انهن هندوئن ۽ مسلمانن جي لاءِ. جيڪي مون سان محبت ڪرڻ جي دعويٰ ڪن ٿا. اها هڪ تنبيهہ آهي. تہ جيڪڏهن انهن سچيءَ دل سان مون سان محبت ڪئي آهي، ۽ جيڪڏهن آئون اُنهن جي محبت جو حقدار آهيان، تہ هو بہ مون سان گڏ انهيءَ گناهہ جو ڪفارو ڏين؛ جنهن ذريعي اسان پنهنجين دلين ۾ خدا جا منڪر ٿي وياسين. هڪ ٻئي جي مذهب کي بدنام ڪرڻ، غير ذميدارانہ بيان ڏيڻ، ڪوڙيون ڳالهيون زبان تي آڻڻ، بي قصور ماڻهن جا سر ڪپڻ، مسجدن ۽ مندرن جي بي حُرمتي ڪرڻ، اهو سڀ خدا جي منڪر هُجڻ جي برابر آهي..... اسان شيطان جي ڳالهہ تي ڌيان ڌريون ٿا. آءٌ ڪنهن هندو يا مسلمان کي اهو نٿو چوان تہ هُو پنهنجي مذهبن جي هڪ ذري تان بہ دست بردار ٿي وڃن. پر اهو تہ سمجهي وٺن. تہ مذهب ڇا آهي؟

(ينگ انڊيا. 25 سيپٽمبر 1924ع)

## سودو ڪرڻ ڪانسواءِ:

جيڪڏهن هندو مذهب اسلام سان. يا غير هندو مذهبن سان نفرت ڪرڻ جي تعليم ڏي ٿو. تہ انهيءَ جي قسمت ۾ تباهي لکيل آهي. تنهنڪري هر قوم کي ٻيءَ قوم سان سودو ڪرڻ ڪانسواءِ. پنهنجيءَ حالت کي دُرست ڪرڻ گهرجي.

(ينگ انڊيا. 17 ڊسمبر 1924ع)

## جيڪڏهن غلام رهڻ نٿا چاهيو:

اج ته هندو مسلم اتحاد محض هڪ سپنو لڳي ٿو. آئون ڏسي رهيو اهيان ته ٻئي ويڙهاند جون تياريون ڪري رهيا آهن. هر ڌر اها دعوي ڪري ٿي ته هوءِ پنهنجي حفاظت ڪرڻ جي تياري ڪري رهي آهي. ڪنهن حد تائين هر ڌر صحيح چوي ٿي. جيڪڏهن ڪين وڙهڻو ئي آهي ته بهادريءَ سان وڙهڻ گهرجي. ۽ پوليس ۽ عدالتن جي امداد کان بي نياز ٿي وڃڻ گهرجي... جيڪڏهن اسان غلام رهڻ گهرون ٿا. ته اسان کي برطانوي سنگينن ۽ عدالتن جي غير يقيني انصاف تي ڀروسو ترڪ ڪري ڇڏڻ گهرجي. انهن ٻنهيءَ تي ڀروسو ڪرڻ کان پرهيز ڪرڻ جي تعليم. سوراج جي تعليم آهي.... ڇا اسان ۾ ايتري منفي جرئت به نه هوندي، ته اسان انگريزن جي مدد کان بي نياز ٿي وڃون؟ اسان ڏسي چڪا آهيون ته ائين ڪرڻ ممڪن آهي. جيڪڏهن اسان پاڻ ۾ نه وڙهون.. هر حالت ۾ زخمي مٿي تي پٽي ٻڌي، اُٺي اُپو ٿي ويهي رهڻ. پنهنجي مٿي کي بچائڻ جي لاءِ پيٽ ڀر سرڪڻ کان گهڻو بهتر آهي.

(ينگ انڊيا. 2 اپريل 1925ع)

## عوام کي هميشه ورغلائي نٿو سگهجي:

خوش قسمتيءَ سان هندو مسلم اتحاد جي آخري تڪميل اسان جي مذهبي ۽ سياسي ليڊرن تي منحصر نه آهي. انهيءَ جو دارومدار ٻنهي قومن جي عوام جي وسيع النظريءَ تي آهي. عوام کي هميشه نه ورغلائي نٿو سگهجي.

(ينگ انڊيا. 29 جنوري 1925ع)

## احمقاڻو غصو ۽ جهالت:

انصاف ۽ محض انصاف جو آواز احمقاڻي ڪاوڙ ۽ جهالت جو مظاهرو آهي، پوءِ ڪٿي اُهو مسلمانن جي طرفان هجي يا هندوئن جي طرف کان؛ جيستائين هندو يا مسلمان انصاف انصاف پڪاريندا رهندا، اهي ڪڏهن به متحد نٿا ٿي سگهن. انصاف ۽ صرف انصاف جو آخري ڪلمو، "جنهن جي لٺ، اُنهيءَ جي مينهن" وانگر بڻجي وڃي ٿو. انگريز چو هڪ انچ به اُها زمين واپس ڪري. جيڪا هُن ملڪ گيريءَ جي هوس جي ذريعي حاصل ڪئي آهي: ۽ هندستاني. جڏهن انهن کي طاقت حاصل ٿئي، تڏهن هر اُها شئيءِ انگريزن جي وات مان چو نه ڪڍي وٺن، جيڪا اُنهن هندستانين جي ابن ڏاڏن کي لُٽي ڦُري حاصل ڪئي هئي. پر جڏهن اسان ڪو فيصلو ڪنداسين، تڏهن اسان اُنهيءَ کي هٿ ٺوڪيئي انصاف جي ساهميءَ ۾ نه توريداسين، پر اسان پنهنجي حساب ڪتاب ۾ تسليم ۽ رضا جو عنصر داخل ڪنداسين. جنهن کي بين لفظن ۾ محبت ۽ همدردي چوندا آهن. اها ئي صورت اُنهيءَ وقت هندوئن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ٿيندي. جڏهن اسان هڪ ٻئي جي مٿن کي ڪافي ٺوڙي ڦوڙي چُڪنداسين. ۽ هڪ ٻئي جو رت وهائي چُڪا هونداسين؛ ۽ پوءِ پنهنجي حماقت ۽ بيوقوفيءَ کي محسوس ڪنداسين. اُنهيءَ وقت سڪٽي انصاف جي ساهمي اسان جي نظر مان ڪري پوندي. ۽ اسان تسليم ڪنداسين ته دوستيءَ جو قانون انتقام يا بدلو نه آهي. ۽ نه ئي عدالت. بلڪ دوستيءَ جو قانون سواءِ تسليم ۽ رضا جي ڪُجهه نه آهي. هندوءَ کي ڳئو ڪشي ٿيندي ڏسڻ سٺو نه لڳندو. ۽ مسلمانن کي معلوم ٿي ويندو ته هندوئن جي احساسن کي چيپاڙڻ جي لاءِ ڳاءِ جي قرباني اسلامي قانون جي خلاف آهي. جڏهن اهڙو سياڻو ڏينهن ايندو تڏهن اسان هڪ ٻئي جي خوبين جو علم

حاصل ڪنداسين. اسان جون اوڻائيون اسان جي نظر تي حاوي نہ ٿينديون. اُهو ڏينهن گهڻو ڏور هُجي يا گهڻو ويجهو هُجي. آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ اُهو ڏينهن جلد اچي ويندو. بهرحال آءٌ سواءِ انهيءَ جي، ٻئي ڪنهن بہ مقصد جي لاءِ ڪم نٿو ڪري سگهان.
(ينگ انڊيا- 9 جولاءِ 1925ع)

## خدا اسان کي عقل ۽ فهم ڏي:

باوجود انهيءَ جي تہ اسان ٻئي (هندو مسلمان) هڪ ئي مادرِ وطن جا ٻچا آهيون، هڪ ئي ڪاڏو ڪائون ٿا. پر هڪ ٻئي کي هاڻي اسان پنهنجين دلين ۾ ڪابہ جڳهہ نٿا ڏيون. اسان کي نهايت عاجزيءَ سان دعا ڪرڻ گهُرجي، تہ خدا اسان کي عقل ۽ فهم عطا ڪري.
(ينگ انڊيا- 13 جنوري 1927ع)

## هندو مسلم اتحاد ٿي ئي رهندو:

منهنجي اندر ڪا شيءِ مون کي ٻڌائي ٿي تہ هندو مسلم اتحاد ٿي ئي رهندو: ۽ شايد توقع کان گهڻو جلدي ٿيندو. يعني خدا ڪنهن ڏينهن اسان تي اسان جي خواهش جي خلاف هن اتحاد کي طاري ڪري ڇڏيندو.
(ينگ انڊيا- 27 جنوري 1927ع)

## پنهنجيءَ دل کان پڇو:

۽ اُها ڪهڙي شئي آهي جنهن جي لاءِ اسان وڙهي رهيا آهيون؟ هندو بت پرست هجن ۽ اسان غلطي ڪري رهيا هُجون (اهو ممڪن آهي) پر خدا هر انسان کي غلطي ڪرڻ جو حق ڏنو آهي. پوءِ جڏهن خدا اسان کي باوجود بت پرست هُجڻ جي. جيئري رهڻ جي اجازت

ڏئي ٿو. تہ مسلمان ڇو نہ اسان جي وجود کي گوارا نہ ڪن؟ ۽ جيڪڏهن هڪ مسلمان اهو سمجهي ٿو تہ هُن جي لاءِ ڏڳيءِ ڪهڻ ضروري آهي. تہ هندو اُنهيءَ کي زبردستي ڇو روڪڻ گهري؟ ڇو نہ اُنهيءَ جي سامهون گوڏا کوڙي ڪري التجا ڪري؟ پر اسان اهڙو ڪو بہ عمل اختيار ڪرڻ نٿا گهرون. تہ پوءِ خدا ڪنهن ڏينهن هندوئن ۽ مسلمانن کي اُهو ئي ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندو. جيڪو اسان اڄ ازخود نٿا ڪريون. جيڪڏهن توهان ايمان رکون ٿا. تہ آءٌ التجا ڪريان ٿو تہ پنهنجيءَ دل کان پڇو. ۽ انهيءَ دل ۾ رهندڙ خدا کان دُعا گهُرو تہ هو توهان جي هٿن کي خطا کان روڪي. ۽ ثواب ڪمائڻ لاءِ آماده ڪري.

(ينگ انڊيا- 27 جنوري 1927ع)

## پاڳل گانڌي:

منهنجي لاءِ خوشي صرف پنهنجو فرض سر انجام ڏيڻ ۾ آهي. ۽ انهيءَ يقين ۾. تہ ڪنهن ڏينهن مسلمان هندوئن سان متحد ٿي ويندا. اُنهيءَ وقت هر شخص چوندو تہ اهو سٺو نتيجو اُنهيءَ پاڳل گانڌيءَ جي ڪوشش جو آهي. جيڪو انهيءَ مقصد جي لاءِ جدوجهد ڪندي مري ويو. (ينگ انڊيا-3 مارچ 1927ع)

## سر گهورڻ جي توفيق/ همت:

آءٌ اڄ بہ اتحاد تي ايترو ئي ايمان رکان ٿو. جيترو اڳ ۾ رکندو هئس - " جيڪڏهن اهو اتحاد منهنجي سرگهورڻ سان حاصل ٿي سگهي ٿو. تہ مون ۾ سر گهورڻ جي توفيق/ همت ۽ حياتي ڏيڻ جو ارادو پڪو آهي."

(ينگ انڊيا 16 جون 1927ع)

## مذهب جي نالي تي:

اسان مان ڪي، ٻاجهاري خدا جي بي حُرمتي ڪري رهيا آهن؛ ۽ مذهب جي نالي تي حيواني حرڪتون ڪري رهيا آهن. آءٌ چاهيان ٿو ته، نه ته قتل ۽ رتو ڇاڻ، ۽ نه ئي برادرڪشي ڪنهن مذهب جي حفاظت ڪري سگهي ٿي. جيڪو مذهب، مذهب چوائڻ جي قابل هُوندو، اُنهيءَ جي حفاظت صرف نفس جي پاڪائي، انڪساري ۽ بي خوفيءَ ذريعي ئي ڪري سگهجي ٿي.. ڪو به سمجهوتو، جيڪو انهن شرطن کان آزاد هُجي، اهو محض وقت جو زيان ئي هوندو.

(ينگ انڊيا- 16 جون 1920ع)

## جڳهڙالو عنصر:

هڪ غير ملڪي حڪومت ڏانهن واجهائڻ، ته اُها اسان جي وچ ۾ امين ٿي فيصلو ڪري، اها ڪمزوريءَ جي علامت آهي. نه ڪي سوراج جي لاءِ اسان جي قابليت جي... جيڪڏهن اسان هٿ ٺوڪيا ليڊر، پنهنجن جڳهڙالو عنصرن تي اثر نٿا رکون، ته پوءِ اسان جو سمجهوتو لازمي طور غير حقيقي ۽ بي ڪار ٿيندو.

(ينگ انڊيا- 16 جون 1927ع)

## هڪ ماهر طبيب:

ڪنهن کي اهو شڪ نه ڪرڻ گهرجي ته مون انهيءَ مسئلي (هندو مسلم اتحاد) تان هميشه جي لاءِ هٿ ڪڍي ڇڏيا آهن. آءٌ ته ان ماهر طبيب وانگر، جنهن کي پنهنجي دوا تي ڀروسو هوندو آهي، وقت جو منتظر آهيان. انهيءَ جو مون کي پورو يقين آهي ته منهنجي اها ئي دوا، انهيءَ بظاهر نا قابل علاج مرض جي لاءِ اڪسير آهي - ۽ اهو ته

آخرڪار بئي، يا انهن مان هڪ فريق، منهنجي ئي علاج کي قبول ڪرڻ تي مجبور ٿيندو.

(ينگ انڊيا- 11 آڪٽوبر1927 ع)

## ٻُزدلن جي لاءِ ڪابہ جڳهہ نہ آهي:

جيڪڏهن ٻنهي قومن جي سوچڻ سمجهڻ وارا طبقا، هن بزدليءَ ۽ حماقت جو اندازو ڪري سگهن، جيڪا انهن جهڳڙن جي پشت پناه آهي، تہ اسان سولائيءَ سان اهي جهڳڙا ختم ڪرائي سگهون ٿا. جيڪڏهن بئي يا انهن مان ڪو بہ هڪ عقل کان ڪم وٺي، تہ اهو ئي رستو عدم تشدد جو هوندو. پر بئي وڙهندا رهن ۽ صرف تلخ تجربي وسيلي عقل سکن، تہ اهو رستو تشدد جو هوندو. بهرحال اهڙي سماج ۾ جيڪو آزاديءَ لاءِ چاهہ رکندڙ هُجي، بُزدلن جي لاءِ ڪابہ جڳهہ نہ آهي: سوراج بزدلن جو حصو نٿو ٿي سگهي.

(ينگ انڊيا- 11 آڪٽوبر 1928ع)

## مستقبل خدا جي هٿ ۾:

منهنجو اهو عقيدو، تہ هڪ ڏينهن ڪنهن نہ ڪنهن طرح مسلمانن ۽ هندوئن کي هڪٻئي جو دوست بڻجڻو ئي پوندو، اڄ بہ ايترو ئي سگهارو آهي جيترو اڳ ۾ هو. ڪوبہ نٿو چئي سگهي تہ ڪڏهن ۽ ڪهڙيءَ طرح اهو ڪم ٿيندو. مستقبل خدا جي هٿ ۾ آهي، پر هُن اسان کي ايمان جو ٻيڙو ڏنو آهي: جنهن ذريعي اسان شڪ جي سمنڊ کي پار ڪرڻ جي قابل ٿي سگهنداسين.

(ينگ انڊيا-11 آڪٽوبر 1928ع)

## بناوٽي تدبيرون:

آزاد هندستان فرقي وارانہ نمائندگيءَ تي گذارو نٿو ڪري سگهي. تنهن هوندي بہ جيڪڏهن ڪا آزاد حڪومت اقليتن سان زور زبردستي ڪرڻ تي مشتمل نٿي ٿي سگهي (۽ نہ ئي ٿي سگهي ٿي). تہ پوءِ اهو ضروري آهي تہ سيني فرقن کي رضامند ڪيو وڃي. پر هاڻي ڪانگريس کي هڪ گڏيل قوميت جو روح پيدا ڪرڻو آهي. ۽ هڪ اهڙي اهم مسئلي ۾. جهڙوڪ فرقي واري مسئلو آهي. ضروري آهي تہ بهاني بازي ۽ بناوٽي تدبيرن کان پاسو ڪيو وڃي.

(ينگ انديا- 9 جنوري 1930ع)

## ڪانگريس ۽ انصاف:

ڪانگريس سيني اهڙن سمجهوتن يا ٺاهن کي ردڪري ٿي. جيڪي فرقي واريت جي بنياد تي ٻڌل هُجن. پر جيڪڏهن اُها ڪنهن وقت اهڙي سمجهوتي يا ٺاهہ تي غور ڪرڻ جي لاءِ مجبور ٿي پوي، تہ صرف اهڙي ئي ٺاهہ تي غور ڪندي. جنهن سان سيني کي نہ صرف انصاف حاصل ٿئي. پر جنهن تي هو سيئي راضي بہ ٿي وڃن. پنهنجن واعدن تي قائم رهڻ جي لاءِ ڪانگريس. آزاديءَ جي ڪنهن اهڙيءَ تجويز کي قبول نٿي ڪري سگهي. (جيستائين فرقي واري حقن جو تعلق آهي) جيڪو واسطيدار ڌرين کي مطمئن نہ ڪري سگهي.

(ينگ انديا- 20 فيبروري 1930ع)

## اوچو جبل:

آءٌ ڪڏهن بہ مسلمانن جو دشمن نٿو ٿي سگهان. خواہ اُهي فردا

فردا يا اجتماعي طور مون سان ڪهڙو به ورتاءُ ڪن. بلڪل اُنهيءَ طرح جهڙيءَ طرح آءٌ انگريزن جو دشمن نه تي سگهان، پوءِ ڪٽي اُهي ظلمن جي انهيءَ اوچي جبل تي، جيڪو اُنهن ٺاهيو آهي. ڪيترن ئي ٻين ظلمن جو انبار ڪڙو نه ڪري ڇڏين.

(ينگ انديا- 12 مارچ 1930ع)

## منهنجي سهپ ڪان ٻاهر:

۽ ڪهڙي نه قيامت اسان برپا ڪئي آهي! عورتن جي بي حُرمتي ڪئي ويئي، ۽ ٻارڙا ماريا ويا. ڪوبه هندو اِنهيءَ خيال سان پنهنجي دل کي تسڪين نه ڏي، ته اُهي ٻار مسلمانن جا هُئا؛ ۽ ڪو به مسلمان انهيءَ خيال سان تسڪين حاصل نه ڪري، ته جيڪي ماريا ويا آهن، اُهي هندن جا ٻارڙا هئا. انهن ٻنهيءَ جي (جيڪي اهڙو خيال ڪن ٿا) مذهب سان واقفيت نه آهي؛ پر اِنهيءَ حقيقت کي ميٽو ئي پوندو ته هندوئن ۽ مسلمانن ٻنهي پنهنجو عقل وڃائي ڇڏيو آهي. اُهي سمورا ٻار، هن ڌرتيءَ جا ٻار هئا. اُهي اسان جي گڏيل مادرِ وطن جا ٻار هئا. انهن رتو ڇاڻ وارين ڪارروائين مون کي بي حد شرمسار ڪيو آهي. ۽ ٻيو جيڪو به منهنجو آواز ٻُڌي سگهي، اُهو ٻُڌي وٺيٰ ته آءٌ اعلان ڪريان ٿو ته ڪنهن ڏينهن اهي حالتون منهجي سهپ ڪان ٻاهر ٿي وينديون. جنهن وقت مون محسوس ڪيو ته هاڻي حياتي ناقابل برداشت آهي. تڏهن مون کي اُميد آهي ته آءٌ اِيتري سگهه ساري سگهندس، جو اهڙي رتو ڇاڻ جو تماشو ڏسڻ جي بجاءِ، آءٌ ٻُکون ڪاٽي مري وڃان... آءٌ مري وڃڻ کي پسند ڪندس. ان کان اڳ جو اهو ڏسان ته جيڪي ماڻهو پاڻ کي ڪانگريسي چون ٿا، ۽ ڪانگريس جي عقيدي جو قسم کائيندا رهن ٿا. اُهي هن عقيدي جي پنهنجين دلين ۾. يا اعلانيه طور خلاف ورزي ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن آءٌ اِنهيءَ تضاد کي

بيپرواهيءَ سان ڏسندو رهان. ته آءٌ دُنيا کي ۽ خدا کي ڪُوڙو منهن ڏيکاريندس. خدا مون کي چوندو ته آئون ڪوڙي، دوکي ۽ فريب ڀري زندگي بسر ڪندو رهيس.

(ينگ انڊيا 2 اپريل 1931ع)

## ٻہ الڳ الڳ خانا:

منهنجيءَ دل ۾ اُها ئي محبت مسلمانن جي لاءِ آهي. منهنجي دل ۾ مسلمانن جي درد جو احساس بہ اوترو ئي آهي. جيترو. هندوئن جي درد جو. جيڪڏهن آءٌ پنهنجي دل کي چيري ڏيکاري سگهان، تہ توهان کي معلوم ٿيندو تہ منهنجي دل ۾ ٻہ الڳ الڳ نہ خانا آهن. جو هڪ هندوئن جي لاء مخصوص، ۽ ٻيو مسلمانن جي لاءِ - انهيءَ لاءِ آءٌ ان مهل پنهنجي ذميداريءَ محسوس ڪريان ٿو. جڏهن آءٌ ڏسان ٿو تہ ڪو مسلمان هندوءَ تي يا ڪو هندو ڪنهن مسلمان تي حملو ڪري رهيو آهي. هيل تائين مون انهن حالتن کي برداشت ڪيو آهي. پر انساني تحمل/ صبر ۽ سهپ جي بہ ڪا حد هُوندي آهي.

(ينگ انڊيا -13 آگسٽ 1931ع)

## هتي ئي پيدا ٿياسين، ۽ هتي ئي مرنداسين:

چڱو ٿئي يا خراب. هاڻ تہ ٻئي فرقا هندستان سان لاڳاپيل آهن: اُهي هڪٻئي جا پاڙيسري آهن ۽ هڪ ئي مادرِ وطن جو اولاد آهن. اُهي هتي ئي مرندا ۽ هتي ئي پيدا ٿيا هئا. جيڪڏهن اُهي پنهنجيءَ مرضيءَ سان هڪ ٻئي جو ساٿ نہ ڏيندا. تہ قدرت کين پاڻ ۾ پُرامن حياتي گهارڻ تي مجبور ڪندي.

(هريجن- 29 آڪٽوبر 1938ع)

### جيڪڏهن منهنجيءَ دل کي چيري ڏسو:

جيڪڏهن توهين منهنجيءَ دل کي چيري ڏسو، ته ڏسندا ته اُنهيءَ جي اندر هندو مسلم اتحاد جي دُعا ۽ تمنا، لڳاتار رات ڏينهن، ۽ سواءِ ڪنهن وقفي جي، ننڍ توڙي جاڳ ۾ جاري آهي.

(هريجن- 17 ڊسمبر 1938ع)

### مون کي شڪ نه آهي:

مون کي ذرو به شڪ نه آهي ته هڪ ڏينهن اسان جون دليون ضرور گڏجي وينديون. اڄ جيڪا ڳالهه اڻ ٿيڻي معلوم ٿئي ٿي، اُنهيءَ کي خدا سياڻي ممڪن بڻائي ڇڏيندو. انهيءَ ڏينهن جي لاءِ ئي رستو هموار ڪريان پيو، جيئرو آهيان ۽ ٻُڪ ڪٺي دعاگو آهيان.

(هريجن- 17 آڪٽوبر 1939ع)

### هڪ قوم:

(هيءُ صاحب) پنهنجي خط جي آخري پيراگراف ۾ هڪ خطرناڪ اصول پيش ڪري ٿو. هندستان ڇو هڪ قوم نه آهي؟ مثلا ڇا اِهو مغلن جي زماني ۾ هڪ نه هو؟ ڇا هندستان ٻن قومن تي مشتمل آهي؟ جيڪڏهن آهي ته پوءِ ٻن قومن ئي تائين اهو اصول ڪهڙيءَ ريت محدود ٿي سگهي ٿو؟ ڇا عيسائي ٽين قوم نه آهي؟ پارسي چوٿين قوم نه آهن؟ وغيرہ وغيره. ڇا چين جا مسلمان چينين کان جُدا هڪ قوم آهن؟ پنجاب جا مسلمان اُتي جي سکن ۽ هندوئن کان ڪهڙيءَ طرح مختلف آهن؟ ڇا اُهي سيئي پنجابي نه آهن؟ هڪ ئي ٻائي پين ٿا. هڪ ئي هوا کائين ٿا ۽ هڪ ئي زمين مان پنهنجي روزي

حاصل ڪن ٿا. ۽ ڪهڙي شئي اهڙي آهي جيڪا اُنهن کي پنهنجي مذهب جي پوئيواري ڪرڻ کان روڪيندي هُجي؟ ڇا انگلستان جا مسلمان انگلستان جي انگريزن کان مختلف ڪا قوم آهن؟

يا وري اها ڳالهہ آهي تہ صرف هندستان جا مسلمان ئي هڪ جُدا قوم آهن. باقي ڪو ٻيو فرقو الڳ نہ آهي؟ ڇا هندستان جا ٻہ ٽڪر ڪيا ويندا. هڪ هندو. هڪ مسلم؟ ۽ پوءِ اُنهن چند مسلمانن جو ڪهڙو حشر ٿو ٿئي، جيڪي سون اهڙن ڳوٺڙن ۾ رهن ٿا. جتي بالادست اڪثريت هندوئن جي آهي؟ (ورهاست جو) جيڪو طريقو خط لکندڙ صاحب پيش ڪيو آهي. اُهو تہ جنگ و جدل جو طريقو آهي.

(هريجن-28 آڪٽوبر 1939ع)

## الڳ قومون:

ممڪن آهي تہ اها دعويٰ تہ هندستان ۾ مسلمان هڪ جدا گانہ قوم آهن، بحث جي قابل هُجي. پر اِهو تہ مون ڪڏهن بہ نہ ٻُڌو تہ دنيا ۾ ايتريون ئي قومون آهن جيترا مذهب آهن. جيڪڏهن اِئين آهي تہ پوءِ مجٽو پوندو تہ جڏهن بہ ڪو شخص پنهنجو مذهب بدلائي ٿو، تڏهن سندس قوميت بہ بدلجي وڃي ٿي. مون کي خط لکڻ واري صاحب جو تہ اهو خيال معلوم ٿئي ٿو تہ انگريز، مصري، آمريڪي، جاپاني وغيره الڳ قومون نہ آهن - پر مسلمان، پارسي، سک، هندو، عيسائي، يهودي، ٻوڌي، اِهي سڀ الڳ قومون آهن، پوء ڪٿي اُهي ڪٿي بہ پيدا ٿيون هُجن. مون کي انديشو آهي تہ اُنهيءَ صاحب نهايت ئي ڪمزور دليل اختيار ڪيو آهي.

(هريجن- 11 نومبر 1939ع)

### ٻه ٽڪر:

هندستان جا ٻه ٽڪرا ڪرڻ جي تجويز سامراج جي ترقيءَ جو باعث ٿيندي. انهيءَ ڪري جو ائين صرف انگريزن جي سنگينن ئي جي ذريعي ٿي سگهي ٿو. يا هڪ خوفناڪ گهريلو ويڙهه جي ذريعي.

(هريجن- 11 نومبر 1939ع)

### سڀ کان وڏو دشمن:

مون وٽ خط ايندا آهن. ۽ مسلمانن جي اخبارن جون جيڪي ڪٽنگس جمع آهن. اُنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته مون کي اسلام ۽ هندستان جي مسلمانن جو سڀ کان وڏو دشمن سمجهيو وڃي ٿو. ڪنهن زماني ۾ آءٌ اُنهن جو سڀُ کان وڏو دوست سڏيو ويندو هئس. اُنهيءَ وقت مون اُها ساراهه قبول ڪئي نه هاڻي مون کي صبر ڪرڻ گهرجي. جڏهن ته آءٌ دشمن سمجهيو پيو وڃان. حقيقت ته صرف الله ئي کي معلوم آهي. پر مون کي خود انهيءَ ڳالهه جو يقين آهي ته جيڪو ڪُجهه آءٌ چوان ٿو يا سوچيان ٿو. اُنهيءَ ۾ آءٌ اُنهن جو دشمن نه آهيان. هُو منهنجا ڀرت شريڪ ڀاءُ آهن ۽ هميشه اهڙا ئي رهندا. ڀلي ڪٺي اُهي مون کي وڌ کان وڌ ڀاڱن کان ڀري ڪري ڇڏين.

(هريجن- 8 جون 1940ع).

### قوم پرست مسلمان:

قوم پرست مسلمانن کي صرف انهيءَ ڪري خراب چوڻ. ته اهي ڪانگريس سان وابسته آهن. غلط آهي. جيڪڏهن اُهي ليگ ۾ شريڪ ٿي وڃن ته شايد اُهي سُٺا مسلمان بڻجي ويندا! مون کي جنهن صاحب

خط لکيو آهي. اُنهيءَ ڪي ڪُجهه به معلوم نه آهي. ته ڪانگريسي مسلمان اتحاد پيدا ڪرڻ جي ڪهڙي ڪوشش ڪري رهيا آهن. جنهن وقت اهو اتحاد قائم ٿي ويندو ته مون کي يقين آهي ته قوم پرست مسلمانن کي هندوئن ۽ مسلمانن. ٻنهيءَ کان پنهنجي خدمت جو صلو ملندو. آءٌ انهن مسلمانن سان بيوفائي نٿو ڪري سگهان. ڀل ته اُنهن جو تعداد ڪيترو ئي گهٽ هُجي.

(هريجن- 8 جون 1940ع)

## پنهنجا پاڻ ۾ آهيون:

اسان سڀ پنهنجي خدا جي روبرو برابر آهيون. هندو، مسلمان، پارسي، عيسائي هڪ ئي خدا جا پوڄاري آهن. پوءِ اسان ڇو پاڻ ۾ وڙهون ٿا؟

اسان سڀئي ڀائي ڀائي آهيون. ايتري قدر جو قائداعظم به منهنجو ڀاءُ آهي. مون جيڪو ڪُجهه هن جي متعلق چيو آهي، دل سان چيو اهي. ڪڏهن هڪ فضول لفظ به سندس متعلق منهنجي زبان مان نه نڪتو آهي: ۽ آءٌ وري به چوان ٿو ته آءٌ ڪيس پنهنجو ڀائٽڻ چاهيان ٿو.... هڪ زمانو هو. جڏهن ڪوبه مسلمان اهڙو نه هو. جنهن جو اعتماد مون کي حاصل نه هو: پر اڄ آءٌ انهيءَ اعتماد کان محروم ٿي ويو آهيان - ۽ اڪثر اُردو اخبارون مون کي برو ڀلو چئي رهيون آهن. مون کي اُنهيءَ جو افسوس نه آهي پر انهيءَ سان ته منهنجو اهو يقين اڃا به سگهارو ٿئي ٿو ته. مسلمانن سان راضي نامون ڪرڻ ڪانسواءِ سوراج ممڪن ئي نه آهي.... انهن وانگر آءٌ به قرآن پڙهندو آهيان ۽ آءٌ اُنهن کي چئي سگهان ٿو ته قرآن هندو ۽ مسلمان جي وچ ۾ ڪو به فرق نٿو ڪري، پر جيڪڏهن مسلمان چاهين ٿا ته اُنهن کي اهڙي جنت ملي، جنهن ۾ هندو نه هُجن. ته آءٌ انهيءَ تي به اعتراض نه ڪندس.

(هريجن- 30 مارچ 1940ع)

## منهنجو روح بغاوت ڪري ٿو:

عدم تشدد ني ايمان رکندي آءٌ هندستان جي ورهاست جي مخالفت تشدد (هنسا) ذريعي نٿو ڪري سگهان. جيڪڏهن، درحقيقت مسلمان ورهاست گهرن ٿا، ته آءٌ انهيءَ چير ڦاڙ (Vivisection) تي دل سان ڪڏهن راضي نٿو ٿي سگهان. آئون ان کي روڪڻ جي لاءِ عدم تشدد جو هر طريقو اختيار ڪندس. انهيءَ ڪري جو ورهاست جي اها معنيٰ آهي ته لاتعداد هندوئن ۽ مسلمانن جي اها محنت رائگان ٿي وڃي، جيڪا انهن هڪ قوم بڻجي گڏ رهڻ جي لاءِ ڪئي آهي. منهنجو سڄو روح انهيءَ خيال جي مخالفت ۾ بغاوت ڪري ٿو، ته هندو ڌرم ۽ اسلام ٻن مختلف (ابتڙ) تهذيبن ۽ عقيدن جو نالو آهي. ڇاڪاڻ جو منهنجو يقين آهي ته قرآن ۽ گيتا جو خدا ٻئي هڪ آهن؛ ۽ اسان سڀئي خواهه اسان جا نالا ڪهڙا به هجن، هڪ ئي خدا جا بندا آهيون. آءٌ يقينا انهيءَ خيال جي خلاف بغاوت ڪندس، ته ڪروڙين هندستاني، جيڪي ڪالهه تائين هندو هئا، پنهنجو مذهب بدلائڻ جي سببان، پنهنجي قوميت به بدلائي سگهن ٿا.

(هريجن- 13 اپريل 1940ع)

## دلين ۾ زهر:

مذهب انسان کي خدا سان وابسته ڪري ٿو. ڇا اسلام مسلمانن کي صرف مسلمانن ئي سان وابسته ڪري ٿو، ۽ هندن جو دشمن بڻائي ٿو؟ ڇا پيغمبر جي تعليم اها هئي ته مسلمانن جي لاءِ ۽ انهن جي وچ ۾ ته امن ۽ صلح ٿئي، پر غير مسلمانن سان جنگ....... جيڪي ماڻهو مسلمانن جي دلين ۾ اهڙو زهر پکيڙي رهيا آهن، اهي اسلام کي تمام گهڻو ڇيهو رسائي رهيا آهن.

(هريجن-4 مئي 1940ع)

## دلين جي جدائي:

جداگانہ چونڊ جي طريقي جو نتيجو دلين جي جدائي ٿيو آهي. هن طريقي ۾ باهمي بي اعتمادي ۽ مفادن جو تضاد نہ سڀ کان اول فرض ڪري ورتو آهي.. هن طريقي، وڇن کي دائمي بڻائڻ ۽ بي اعتمادي، کي وڌائڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

(هريجن- 25 جنوري 1942ع)

## فرقي واري ٺاهہ / سمجهوتا:

آزادي پارليامينٽري ڪوشش سان حاصل نہ ٿيندي. تنهن ڪري فرقي وار راضي ناما جيڪڏهن ٿي سگهن نہ هڪ حد تائين سٺا آهن. پر اهي سڪتا ۽ بي قيمت آهن. جيڪڏهن اُنهن جو بنياد دلين جو اتحاد نہ هجي. سواء انهيء جي ملڪ ۾ امن ۽ شانتي نٿي ٿي سگهي... پاڪستان قائم ڪرڻ سان بہ امن نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن دلين جو اتحاد نہ هُجي.

(هريجن- 25 جنوري 1942ع)

## علي ڳڙهہ ۽ بنارس:

ڇا توهان (شاگرد) پنهنجي يونيورسٽي، (بنارس يونيورسٽي) ۾ علي ڳڙهہ جي شاگردن کي شريڪ ٿيڻ جي لالچ ڏئي سگهو ٿا؟ ڇا توهان پاڻ سان علي ڳڙهہ جي شاگردن کي ڀائرن ٻيلي ڪري سگهو ٿا؟ منهنجي خيال ۾ اهو توهان جو خاص ڪم هجڻ گهرجي. توهان جي يونيورسٽي کي هيءَ خاص خدمت سر انجام ڏيڻ گهرجي. ڪمال ٿي ويندو توهان کي مٿي رکڻ لاءِ هو معجزو [illegible] حاصل نٿو ٿي سگهي. جيستائين [illegible] معني [illegible] جي دلين جو

اتحاد. اڄ نہ پاڻ اهو گهُران ٿو تہ توهان خود مسلمانن کي هتي اچڻ جي دعوت ڏيو. جيڪڏهن هُو انهيءَ دعوت کي رد ڪري ڇڏين تہ انهيءَ سان توهان ڏکارا نہ ٿيو. توهين هڪ نهايت عظيم الشان تهذيب جا نمائندا آهيو. جيڪا لوڪانيہ تلڪ جي چوائيءَ تہ ڏهہ هزار سال قديم آهي: ۽ ڪن جي چوڻ مطابق انهيءَ کان بہ وڌيڪ - انهيءَ تهذيب جي خصوصيت اها آهي تہ اها دنيا کي پنهنجو سڄڻ ۽ دوست بڻائي. تہ هٿ ٺوڪين دشمنن کي بہ پنهنجو دوست بڻائي. اسان جي تهذيب. گنگا نديءَ وانگر ڪوڙ سارن چشمن کي ٻاهران پنهنجي اندر شامل ڪيو آهي. ۽ منهنجي دعُا آهي تہ هندو يونيورسٽي بہ. جيڪا هندو تهذيب ۽ هندو ڪلچر جي نمائندگي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. ٻين تهذيبن جي عنصرن کي دعوت.ڏي. ۽ پاڻ ۾ شامل ڪري: ۽ فرقي واري اتحاد ۽ هم آهنگيءَ جو نمونو بڻجي وڃي.

(هريجن- پهرئين. فيبروري 1942ع)

## انگريز هٽي وڃي:

انهيءَ جي ضرورت نہ آهي تہ مون کي منهنجي هن بيان تي ملامت ڪئي وڃي. يعني اهو جيڪو مون چيو آهي تہ سواءِ اتحاد جي آزادي حاصل نٿي ٿي سگهي. اڄ انهيءَ جو هڪ لفظ بہ واپس نٿو وٺان. اها ڪليل حقيقت آهي. انهيءَ تي غور ڪري اڄ انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ انگريزي طاقت کي چئبو وڃي تہ هوءَ هٽي وڃي. هن جي هٽي وڃڻ سان لازما آزادي پيدا نہ ٿيندي. انهيءَ سهوليت سبب يا تہ اتحاد پيدا ٿي سگهندو يا افراتفري/ جوڙ توڙ... گڏوگڏ اهو انديشو بہ پيدا ٿي سگهي ٿو تہ ڪا ٽين قوت انهيءَ جي جڳهہ حاصل ڪري.

(هريجن- 22 مئي 1942ع)

## ورهاست هڪ گناهه:

آءٌ هندستان جي ورهاڱي کي هڪ پاپ سمجهان ٿو. مون نہ پنهنجي بيان ۾ صرف اها راءِ ظاهر ڪئي آهي. تہ جيڪڏهن منهنجو پاڙيسري گناهہ پريو عمل ڪرڻ گهري. تہ آءٌ ڪيس ائين ڪرڻ کان روڪي نٿو سگهان. پر شري راج گوپال آچاريہ اهو گوارا ڪري ٿو. تہ جيڪڏهن ڪو پاڙيسري گناه ڪري تہ انهيءَ کي گوارا ڪري ونجي. آءٌ ڪنهن اهڙي ڏوهہ ۾ شريڪ نٿو ٿي سگهان.

(هريجن- 24 مئي 1942ع)

## پاڪستان:

آزاديءَ جي لاءِ هڪ عوامي تحريڪ جو توهان ڪهڙي ريت تصور ڪري سگهو ٿا. جيستائين مسلمانن سان معاملو طئي نہ ڪري ونو. اهو هڪ مسلم نامہ نگار جو سوال آهي جنهن جي خطن سان منهنجا فائل پريا پيا آهن. هڪ وقت هو جو آءٌ بہ ائين ئي خيال ڪندو هُئس. پر هن وقت تہ آءٌ اهو ڏسي رهيو آهيان تہ مسلمانن جي خيالن تائين منهنجي رسائي نہ آهي. آءٌ ليگ جي اخبارن کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. اُهي هڪ حد تائين مون کي مسلمانن جي خيالن کان واقف ڪن ٿيون. اُنهن جي راءِ موجب آءٌ بلڪل ئي اعتماد جي قابل نہ آهيان. منهنجون. خلافت جي زماني جون خدمتون بہ اُنهن جي نظر ۾ گهٽيون شڪي آهن. پر آءٌ چڱيءَ طرح سمجهان ٿو تہ اها هڪ گُذري ويندڙ صورتحال آهي. مون کي تہ يقين آهي تہ مون ڪڏهن. ڪا برائي مسلمانن جي مفادن سان يا ڪنهن مسلمان سان نہ ڪئي آهي. خدا جو شڪر آهي جو اڄ بہ ڪوڙ سارن مسلمانن جي متعلق آءٌ اها دعوي ڪري سگهان ٿو تہ اهي منهنجا دوست آهن. آءٌ نٿو ڄاڻان تہ ڪهڙيءَ

طرح انهيءَ بي اعتماديءَ کي ختم ڪريان. مون ني تنقيد ڪندڙ چون ٿا ته اسان کي پاڪستان ڏيو“ ۽ چوان ٿو ته پاڪستان ڏيڻ منهنجي اختيار ۾ ڪٿي آهي. جيڪڏهن ۽ انهيءَ مطالبي کي حق بجانب سمجهان ها ته انهيءَ جي لاءِ ليگ سان کُلهو ڪلهي سان ملائي ڪم ڪريان ها: پر آءٌ اٿين ته نٿو سمجهان. آئون چاهيان ٿو ته ڪو مون کي يقين ڏياري سگهي ته اهو مطالبو جائز آهي. ڪنهن به شخص انهيءَ مطالبي جا نقصان مون کي نه ٻُڌايا آهن. پاڪستان جي مخالف اخبارن ۾ جيڪي نقصان ٻُڌايا وڃن ٿا. اُهي ته نهايت ئي پوائنتا آهن. پر آءٌ مخالفن جي اعتراضن کي به صحيح تسليم نٿو ڪري سگهان. اها ڳالهه ته مطالبي جي پنيرائي ڪندڙ ئي جاڻي سگهن ٿا ته هو ڇا ٿا چاهين. ۽ انهن جو مطلب ڇا آهي. بلاشڪ پاڪستان جي پنيرائي ڪندڙ اهو چاهين ٿا ته ٻين جي راءِ کي بدلائي ڇڏين. ۽ اهي نٿا چاهين ته زبردستي ڪن. پر ڇا اهڙي ڪا ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته مخالفن کي دوستاڻي طريقي سان پاڪستان جي حقيقت سمجهائي ويئي هجي، يا اُنهن جي راءِ کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هُجي؟ مون کي يقين آهي ته نه صرف آئون. پر ڪانگريس به آماده آهي ته هن طرح اُنهن جي راءِ بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي... انگريزن سان سواءِ انهيءَ جي ٻيو ڪو به راضي نامون ممڪن نه اهي. ته اُنهن جي حڪومت ختم ٿي وڃي. ۽ اهي هندستان تان هٿ کڻي وڃن.. (اِئين ٿي وڃي ته) ليگ ۽ ڪانگريس جيڪي ٻه وڏيون منظم جماعتون آهن. پاڻ ۾ راضي نامون ڪري، هڪ اهڙي عارضي حڪومت قائم ڪري سگهن ٿيون. جنهن کي سيئي قبول ڪري وٺن: ۽ اُنهيءَ ڪانپوءِ چُونديل قانون/ آئين سازيءَ جي مجلس ناهي سگهجي ٿي.... (منهنجي موجوده) تحريڪ جو واحد مقصد ته اهو ئي آهي ته انگريزي اقتدار ختم ٿي وڃي... ٻوءِ چو اُهي مُسلمان به. جيڪي پاڪستان گهرن ٿا. آزاديءَ جي تحريڪ ۾

شريڪ نہ ٿين: ۽ هن جدوجهد ۾ حصو نہ وٺن. البت جيڪڏهن هو انگريزن جي مدد سان ۽ اُنهن جي سرپرستيءَ ۾ پاڪستان حاصل ڪرڻ جو عقيدو رکن ٿا. تہ پوءِ اها ڳالهہ ٻي آهي. انهيءَ معاملي ۾ منهنجو ڪو بہ مقام نہ آهي.

(هريجن- 12 جولاءِ 1942ع)

## مسلمانن جون گاريون:

مون کي مسلمانن جي صداقت تي پورو ڀروسو آهي. آءٌ ڪين ڪڏهن بہ خراب نہ ٿيندس. خواه اُهي مون کي ماري ئي ڇڏين. انهن کي پورو حق حاصل آهي تہ منهنجي متعلق جيڪا راءِ چاهن، قائم ڪن. پر آءٌ تہ هاڻي بہ اُهو ئي ٻوٽين زماني جو ماڻهو آهيان. ممڪن آهي تہ عارضي جوش جي حالت ۾ هو مون کي برو ڀلو چون، پر اسلام ملامت ڪرڻ نٿو سيکاري. جيڪڏهن هندستان جا مسلمان محترم پيغمبر جا سچا مڃيندڙ آهن، تہ ڪين پيغمبر جي تعليمات تي صحيح طور عمل ڪرڻ گهرجي. منهنجي لاءِ تہ مسلمانن جون گاريون گولين کان بہ بدتر آهن، پر تنهن هوندي بہ آئون اُنهن جو آدر ڀاءُ ڪرڻ جي لاءِ تيار آهيان.

(اخباري اعلان- 8 آگسٽ 1942ع)

## بني آدم جو خادم:

مون کي اسلام يا مسلمانن جو دشمن نہ سمجهو. آئون هميشہ توهان جو، ۽ بني آدم جو خادم ۽ دوست رهيو آهيان.

(هريجن- 30 جولاءِ 1944ع)

## خدا منهنجو امتحان وٺي رهيو آهي:

مون ڏکڻ آفريڪا ۾ ٿي انهيءَ ڳالهه کي محسوس ڪري ورتو هو. تہ مسلمانن ۽ هندوئن جي وچ ۾ حقيقي اتحاد نہ آهي. مون تنهن ڪري اتحاد جي راهہ تان هر رنڊڪ کي دور ڪرڻ جي ڪنهن بہ موقعي کي هٿان وڃڻ نہ ڏنو. اها منهنجي فطرت نہ هُئي تہ آءٌ ڪنهن جي واڪاڻ ۽ ساراهہ ڪريان. يا پنهنجي عزت نفس کي ڇيهو رسائي ڪيس خوش ڪريان. پر ڏکڻ آفريڪا جي تجربن مون کي يقين ڏياريو هو تہ سڀ کان وڏيڪ هندو مسلم اتحاد ٿي جي سوال تي منهنجي اهنسا جو سخت امتحان ٿيندو: ۽ اِهو ٿي مسئلو منهنجي اهنسا جي تجربن جو وسيع ترين ميدان آهي. اهو ٿي يقين مون کي اڃا بہ آهي. پنهنجي زندگيءَ جي هر پل ۾ آئون انهيءَ ڳالهہ کي محسوس ڪريان ٿو. تہ خدا منهنجو امتحان وٺي رهيو آهي.

(Story of my Experiments with truth 1945. P. 357)

## کهڙي ڳالهہ جي خوشي:

اڄ 26 جنوريءَ جو ڏينهن يوم آزادي آهي. هيءَ تقريب اُنهيءَ وقت تائين تہ مناسب هئي. جڏهن اسان آزاديءَ جي لاءِ لڙائي لڙي رهيا هئاسين. پر اڃا اسان انهيءَ آزاديءَ کي استعمال نہ ڪيو هو. هاڻي اسان انهيءَ آزادي کي ڇاڻي ورتو آهي ۽ معلوم ٿئي ٿو تہ اسان مايوس ٿيا آهيون. گهٽ ۾ گهٽ آئون تہ مايوس ٿيو آهيان. خواهہ توهان ٿيا هُجو يا نہ ٿيا هجو! اسان اڄ ڪهڙيءَ ڳالهہ جي خوشي ملهائي رهيا آهيون! اتين تہ هرگز نہ آهي نہ اسان پنهنجيءَ مايوسيءَ جي خوشي ملهائي رهيا آهيون. البت اهو اسان جو حق آهي تہ اسان انهي توقع جي خوشي

ملهايون. ۽ بدترين حالتون ختم ٿي چڪيون هن. ۽ ھن انهيءَ رستي
تي پهتا آهيون. جني اسان ڪمزرين ڪوتاهي کي بہ اهو ٻڌائي سگهون تہ
انهيءَ آزادي، جي معني غلامي، کان هن جي آزادي آهي. ۽ هاڻي هو
اهڙو پنڌاتشي غلام نہ آهي. جيڪو صرف هندستان جي شهرن جي
خدمت ڪرڻ جي لاءِ پيدا ٿيو هجي.... ( ۽ اهو بہ اسان اُنهيءَ کي
ٻُڌائي سگهنداسين تہ) انهيءَ آزادي، جي معني سڀني طبقن ۽ فرقن جي
مساوات آهي. ۽ هرگز اها معني نہ ٿي تہ ڪنهن اڪثريتي فرقي کي
ڪنهن اقليت تي. خواہ اهي تعداد ۾ ڪيترن ئي ڪمزور ۽ اثر ۾ ڪمزور
هُجن. بالادستي ۽ برتري حاصل هجي... پنهنجي دلين مان انهي، اُميد
کي دور نہ ٿين ڏيو. اهڙيءَ صورت ۾ دل ڏکوئجي ٿي.... اڻون حيران
ٿي سوچيندو رهندو آهيان تہ ڇا اسين اقتداري سياست (Power Poli-
tics) جي بحار کان بہ آزاد رهندا سين. جيڪو مسرون ۽ مغرب ۾ سڄي
سياسي دنيا کي ڏڪوڙيل ... هجي

(26 جنوري 1946ع)

## ماتم جو ڏهاڙو:

اڄ مسلمان هندوئن کي بيگانگي جي نظر سان ڏسن ٿا. غلط يا
صحيح نيڪ نيتي سان يقين ڪري ٿي. ۽ هندو ... انهن تي نظر انداز ڪيو يا
ڏورڪو ڏنو. ۽ انهي. ڪري ... ڪور ... ... ... دنهن کي مسلمان
"يوم ماتم" ڪوٺين ... ... ٿين ... ... ... ٿين ڪرڻ جي
سببان منهنجا ٻاترن ... رهن. ... ... ... جي ڪاوڙ جو
جواب ڪاوڙ سان ڏيو ڏني ... ... ... وجود انهي، جي نہ
هندو "يوم ماتم" ۾ شريڪ نہ ٿي سگهن ... ... انهن جو فرض آهي
تہ هو جيستائين ممڪن ٿي سگهي. مسلمانن ... ... جي
ڪوشش ڪن. ... انهن کي خدشيون ... ... غصو نہ ڏيارين..هن

موقعي تي پنهنجي اندر ڪي روشن ڪن ۽ معلوم ڪن تہ ڇا واقعي اُنهن پنهنجن مسلمانن ڀائرن سان ڪا نا انصافي ڪئي آهي؟ جيڪڏهن ائين ٿيو آهي تہ هو صاف طور تي اِنهيءَ ڳالهہ جو اعتراف ڪن، ۽ اُنهيءَ جي اصلاح ڪن... وزيرن جو پيو ڪم اهو آهي تہ فرقي واري اتحاد کي جلد کان جلد حاصل ڪن. اهو ڪم ڪنهن سرڪاري اعلان جي جاري ڪرڻ سان نٿو ٿي سگهي. "وزيرن کي انهيءَ مقصد جي لاءِ پنهنجي زندگي وقف ڪرڻي پوندي. ۽ ضرورت پئي تہ اُنهيءَ جي لاءِ مرڻو پوندو."

جيڪڏهن مون کي اختيار هُجي ها تہ آئون اعلان ڪريان ها تہ آئينده لاءِ اندروني امن قائم ڪرڻ واسطي فوج استعمال نہ ڪئي ويندي. ذاتي طور تہ انهيءَ مقصد جي لاءِ آئون پوليس کي بہ استعمال ڪرڻ پسند نہ ڪندس.

"يوم ماتم"

(هريجن -8 سيپٽمبر 1946ع)

## پاڻ ڏانهن ڇڪڻو آهي:

ليڊرن جو فرض ڪهڙو آهي؟ نون وزيرن جو ڪهرو فرض آهي؟ اُنهن کي هميشه فرقي واري هم آهنگي تلاش ڪرڻي آهي. پر ڪڏهن بہ ڌمڪين جي سبب نہ. پر صرف اُنهيءَ جي خاطر (صرف انهيءَ لاءِ تہ اها سٺي ۽ ضروري شيءِ آهي) تہ آئون مسلمان ۽ غير هندوءَ کي پنهنجو رت شريڪ ڀاءُ سمجهان ٿو؛ انهيءَ لاءِ نہ تہ اُنهيءَ کي پاڻ ڇني خوش ڪريان. پر انهيءَ لاءِ تہ هو بہ انهيءَ مادر وطن جي ڪک مان پيدا ٿيو آهي. جنهن مان آءٌ پيدا ٿيو آهيان. هن سان منهنجو اهو رشتو صرف انهيءَ لاءِ نٿو ٽٽي سگهي تہ هو مون کان نفرت ڪري ٿو. يا مون سان پنهنجي بي تعلقيءَ جو اظهار ڪري ٿو؛ مون کي تہ هن

ڪي پنهنجي طرف ڇڪئو آهي. خواه هُو ڪيترو ئي مون کان ونئون وڃي.

"ڪلڪتي جا فساد - ترياق"
(هريجن -8 سيپٽمبر 1946ع)

## صدا بصحرا (رڃ ۾ رڙ):

مون کي پنهنجي، شڪست جو اعتراف ڪرڻ گُهرجي. آءٌ ڄاڻان ٿو ته اڄ منهنجو آواز، رڃ ۾ رڙ آهي. پوءِ به آءٌ دعوي ڪريان ٿو ته منهنجو ئي ٻُڌايل حل صحيح آهي. آءٌ ڪڏهن به انهيءَ راءِ جي تائيد نٿو ڪري سگهان ته، جيئن ته ڪنهن فرقي جي ڪن ماڻهن وحشي پڻي جا فعل ڪيا آهن. تنهن ڪري سڄي فرقي کي هڪ ئي ڏڪ ۾ ملامت جي قابل قرار ڏنو وڃي، ۽ برادريءَ مان ڪيس خارج ڪري ڇڏجي.

مسلم ليگ هندوئن کي گاريون ڏي، ۽ اعلان ڪري ته هندستان دارالحرب ڪافرن جو ملڪ آهي. جتي جهاد جو قانون لاڳو ٿيڻ گهرجي: ۽ اهو ته، سيئي مسلمان جيڪي ڪانگريس سان گڏجي ڪم ڪن ٿا Quisling دغاباز/غدار آهن! جيڪي فنا ڪري ڇڏڻ جي لائق اهن. پر باوجود انهيءَ بي سُري گوڙ گهمسان ۽ دانهن ڪُوڪن جي، اسان کي انهيءَ اُميد تان دست بردار نه ٿيڻ گُهرجي، ته اسان ڪنهن ڏينهن مسلمانن کي پنهنجو دوست بڻائي وٺنداسين، ۽ اُنهن کي پنهنجيءَ محبت جو قيدي بڻائي ڇڏينداسين.

(هريجن -16 آڪٽوبر 1946ع)

## "هندو پاڻي!" "مسلم پاڻي!"

اڄ ڪو به اوپرو ماڻهو، جيڪو هندستان جي ريل گاڏين ۾ سفر ڪري رهيو هجي حيران ٿي ويندو، جڏهن هو پهريون ڀيرو ريلوي

اسٽيشنن تي پاڻي ۽ ٻين شين جي متعلق "هندو" يا "مسلم" هُجڻ جو اهو مسخريءَ ڀريو آواز ٻڌندو - "اها ئي غنيمت آهي تہ اسان هڪ ئي هوا ۾ ساهہ کڻڻ ۽ هڪ ئي ڌرتيءَ ماٺا تي قدم رکڻ گوارا ڪري ونون ٿا!"

"هندو پاڻي ۽ مسلم پاڻي"
(هريجن- 20 آڪٽومبر 1946ع)

## ڪانگريس جي قبر:

هڪ ڏُر جو خراب ڪم، ٻيءَ ڌر جي لاءِ خراب ڪم جي سند نٿو ني سگهي.. مون کي انديشو آهي تہ جيڪڏهن بيهار ۾ بد اعمالي جاري رهي، تہ هندستان جا هندو سڄي دنيا ۾ ملامت جي قابل ڪوٺيا ويندا. ممڪن آهي تہ بهاري هندوئن جون بداعماليون، قائد اعظم جناح جي انهيءَ طعني کي حق بجانب ثابت ڪري ڇڏين، تہ ڪانگريس هڪ هندو ادارو آهي: باوجود ان جي هُو شيخي هڻي ٿو جو انهيءَ جي اندر سک، مسلمان، عيسائي، پارسي ۽ ٻيا ماڻهو بہ شريڪ آهن.. بيهار کي، جنهن ڪانگريس جي ناموس کي ايتري قدر ترقي ڏني آهي، ڪانگريس جي قبر نہ کوٽڻ گهرجي.

(هريجن -10 نومبر 1946ع)

## ڪوبہ اثر نہ آهي!

ڪانگريس عوام جي جماعت آهي. مسلم لبگ اسان جي مسلمان ياٿرن ۽ پينرن جي جماعت آهي. جيڪڏهن ڪانگريس جتي بہ برسر اقتدار آهي، اُتي مسلمانن جي حفاظت نٿي ڪري سگهي تہ پوءِ ڪانگريسي وزيراعظم جو ڪهڙو فائدو آهي؟ اهڙيءَ طرح ليگي صوبي ۾ جيڪڏهن ليگ جو وزير اعظم هندوئن جي حفاظت نٿو ڪري

سگهي، ته پوءِ ليگي وزيراعظم جي وجود جو نتيجو ڪهڙو؟ جيڪڏهن انهن پنهي مان ڪو مسلم يا هندو اقليت جي حفاظت ڪرڻ جي لاءِ. پنهنجي پنهنجي صوبي ۾ فوج جي مدد وٺي ٿو. ته انهيءَ جي صرف اهو معنيٰ آهي ته. انهن پنهي مان ڪو به بحراني حالت ۾، پنهنجي صوبي جي عام آباديءَ تي ڪو اثر نه ٿو رکي. جيڪڏهن اها حالت آهي ته انهيءَ جي معنيٰ صرف اها آهي ته اسان بئي انگريزن کي دعوت ڏيئي رهيا آهيون ته هو پنهنجو شاهي اقتدار هندستان تي قائم رکن. اهو هڪ اهڙو معاملو آهي. جنهن تي اسان پنهيءَ کي گهڻو ڪجهه غور ڪرڻ گهرجي.

"اسان هميشه غنڊن تي الزام هڻي ڇڏيندا آهيون. پر اسان ئي ته آهيون جيڪي غنڊن جي پيدا ٿيڻ جو. ۽ انهن جي همت افزائيءَ جو سبب آهيون." تنهن ڪري اهو چوڻ صحيح نه آهي ته جيڪا ڪجهه خرابي ٿئي ٿي. اها غنڊن جو ڪم هوندي آهي...

"بهار جا فساد"
(هريجن -17 نومبر 1946ع)

## پرواه نه آهي!

هو ازادي گهرندا هئا. هو پنهنجو سڀ ڪجهه ڪانگريس تي قربان ڪري ڇڏڻ جي لاءِ تيار هئا. ڇا هو هائي انهيءَ "سڀ ڪجهه" کي برباد ڪري ڇڏڻ گهرن ٿا. جيڪو ڪانگريس گذريل 60 سالن ۾ ڪيو آهي؟ ڇا ڇتي ڇڪو آهيان ته جيڪڏهن توهين ايترا بهادر نه آهيو جو عدم تشدد جي راه تي هلي سگهو. ته توهين ضرب/لت جو جواب ضرب/لت سان ڏيئي سگهو ٿا. پر تشدد جي لاءِ به هڪ اخلاقي قانون آهي. انهيءَ ڪانسوا، "تشدد جا شعلا انهن کي ئي پسم ڪري ڇڏيندا. جيڪي انهن شعلن کي پڙڪائين ٿا." مون کي پرواه ناهي ته جيڪڏهن

آهي سيئي سڙي رک ٿي وڃن. پر آءٌ هندستان جي آزاديءَ جي بربادي گوارا نٿو ڪري سگهان.

"بهار جا فساد"
(هريجن -17 نومبر 1946ع)

## اندر جو آواز:

بيهار جي خبرن مون کي لوڏي ڇڏيو آهي. مون کي پنهنجو فرض صاف معلوم ٿي رهيو آهي. بيهار سان منهنجو رشتو ڳوڙهو آهي. اٿون ڪيئن انهيءَ ڳالهه کي وساري سگهان ٿو ته جيڪڏهن. جيڪو ڪجهه ٻڌو وڃي ٿو. انهيءَ جو اڌ به صحيح آهي ته انهيء مان معلوم ٿئي ٿو ته بيهار نه انسانيت کي ئي ترڪ ڪري ڇڏيو! "انهيءَ سڀ جو الزام غنڊن تي رکي ڇڏڻ غلط آهي."

منهنجي اندر جو آواز مون کي چوي ٿو. ته توکي انهيءَ پاڳل پڻي واري رتو چاڻ جو تماشو ڏسڻ جي لاءِ جيئرو نه رهڻ گهرجي. جيڪڏهن ماڻهو انهيءَ حقيقت کي نٿا ڏسن. جيڪا ڏينهن جي روشنيءَ وانگر واضح ۽ چٽي آهي. ۽ جيڪو ڪجهه توهان چئو ٿا. انهيءَ جي پرواه نٿا ڪن. ته ڇا انهيءَ جي اها معنيٰ نه آهي ته توهان جو زمانو ختم ٿيو؟

جواهر لال کي خط
(هريجن -17 نومبر 1946ع)

## بزدلي!

بيهار جي رهواسين پنهنجو پاڻ کي ۽ هندستان کي بي عزت ڪري ڇڏيو آهي. انهن هندستان جي آزاديءَ جي گهڙيءَ جي سوئي

ڪي پوئيان هٽائي ڇڏيو آهي... مون ماڻهن کي چوندي ٻڌو آهي تہ بيهار جي انتقامي ڪارروائيءَ مسلمانن کي "ڌڌو" ڪري ڇڏيو آهي. چوڻ وارن جو مطلب اهو آهي تہ مسلمان في الوقت ڊڄي ويا آهن: بهار اسان جي غلاميءَ جي زنجير ۾ هڪ ڪڙيءَ جو واڌارو ڪري ڇڏيو آهي. هي ماڻهو وساري ڇڏين ٿا تہ تاڙي ٻن هٿن سان وڄندي آهي. جيڪڏهن بيهار جي ڪارروائي دهرائي وئي، يا بيهار جي ذهنيت ۾ اصلاح نہ ٿي. تہ توهين پنهنجيءَ ياداشت ۾ منهنجا هي لفظ لکي رکو تہ:

"گهڻا ڏينهن نہ گذرندا جو هندستان تن وڏن جي جوڻا جي داو هينان اچي ويندو - جن مان هڪ کي غالبا "انهيءَ جو انتظام حوالي ڪيو ويندو. بنگال ۽ بيهار جي سببان اڄ تہ سڄي هندستان جي آزادي خطري ۾ آهي."

...بهارين بزدليءَ جا ڪم ڪيا آهن. جيڪڏهن ڪرڻو ئي آهي تہ پوءِ پنهنجن ٻانهن کي استعمال ڪريو. پر انهن کي غلط طريقي لاءِ استعمال نہ ڪريو. بيهار پنهنجا ٻانهون سٺي طريقي سان استعمال نہ ڪيا. بهاريو! توهين يقين ڪريو يا نہ ڪريو. پر آءٌ توهان کي يقين ڏياريان ٿو تہ آءٌ هندوئن ۽ مسلمانن ٻنهيءَ جو خادم آهيان. آءٌ هتي پاڪستان جو مقابلو ڪرڻ نہ آيو آهيان. جيڪڏهن هندستان جي قسمت ۾ اهو ئي آهي تہ هو ورهائجي وڃي، تہ آءٌ انهيءَ ورهاست کي روڪي نٿو سگهان. آءٌ تہ مسلمانن کي صرف ايترو ٿي چوڻ گهران ٿو تہ خواه هو هڪ قوم ٿي ڪري رهن يا ٻہ. پر انهن کي هندوئن جو دوست ٿي رهڻ گهرجي. جيڪڏهن اهي ائين ڪرڻ نٿا چاهين تہ صاف چئي ڇڏين. آءٌ سمجهندس تہ مون کي شڪست ملي. هزارن هندوئن جو سؤ مسلمانن کي، يا هزار مسلمانن جو سئو هندوئن کي گهيرو ڪرڻ ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ بهادري نہ آهي: بلڪ بزدلي آهي.

مانائتي ويڙهاند نہ اها آهي. نہ تعداد برابر هُجي. ۽ اگ ۾ ئي اطلاع ڏيئي وڃجي.

(هريجن -1 ڊسمبر 1946ع)

## انتقام نہ پر وحشت:

انتقام ئي ونڻ گُهريائون ٿي تہ اُنهن کي "نواکالي" وچڻ گُهرجي ها. ۽ اُتي هُو هڪ هڪ ڪري مري وڃن ها. پر هزارن هندوئن جو مٺ جيترن (چند) مسلمانن تي حملو ڪرڻ. جن ۾ عورتون ۽ ٻار بہ شامل هئا. انتقام نہ آهي پر محض وحشت آهي. بيهار جا هندو مشرقي بنگال جي هندوئن جي بهترين امداد. جيڪا ڪري سگهيا ٿي. اُها اها هُئي تہ هو اُنهيءَ مسلمان آباديءَ جي حفاظت جي - جيڪا اُنهن جي وچ ۾ آهي - پوري ضمانت ڏين ها. اُنهن جي انهيءَ مثال جو اثر ٿئي ها. مون کي يقين آهي تہ جڏهن موجوده ديوانگي ختم ٿيندي. تڏهن هُو ائين ئي ڪندا. بهرحال مون تہ پنهنجي حياتيءَ جي بہ قيمت لڳائي ڇڏي آهي - جيڪڏهن هو (بيهاري) چاهين ٿا تہ آءٌ جيئرو رهان."

(هريجن -1 ڊسمبر 1946ع)

## سڄي هندستان کي بدنام ڪيائون:

بيهار جي ماڻهن پنهنجو پاڻ کي، ۽ سڄي هندستان کي بدنام ڪيو آهي. اُنهن هندستان جي آزاديءَ جي گهڙيءَ جي سُوئين کي پوئيان هٽائي ڇڏيو اهي. بهار تہ اسان جي غلاميءَ جي زنجير ۾ هڪ ڪڙيءَ جو واڌارو ڪري ڇڏيو آهي... جيڪڏهن بيهار جي عمل کي دهرايو ويو ۽ جيڪڏن بيهار جي ذهنيت نہ بدلي. تہ پنهنجي يادداشت ۾ منهنجي اها ڳالهہ لکي ڇڏيو. تہ

گهڻو جلد هندستان "ٽن وڏن" جي جوئا جي داء هيٺان هليو ويندو. جن مان هڪ کي غالباً هندستان جي حڪم برداري (Mandate) ڏني ويندي. اڄ بنگال ۽ بيهار ۾ هندستان جي آزاديءَ جي قسمت جو فيصلو ٿي رهيو آهي. بيهارين بزدلن وانگر ڪم ڪيو آهي. پنهنجي هٿيارن کي استعمال ڪريو ته چڱيءَ طرح استعمال ڪريو. غلط طريقي سان استعمال نه ڪريو. جيڪڏهن بيهار جا ماڻهو نواکاليءَ جو جواب ڏيڻ گهرندا هئا ته نواکاليءَ وڃن ها. ۽ اُنهن مان هڪ هڪ پنهنجي حياتيءَ جو نذرانو ڏي ها. پر هزارن هندوئن جو چند مسلمانن تي حملو ڪرڻ. جن ۾ عورتون ۽ ٻار ٻه هُجن ۽ جيڪي اُنهن سان گڏ رهندا هُجن ڪو انتقام نه آهي؛ محض وحشياڻو ظلم آهي. مشرقي بنگال جي هندوئن جي بهترين امداد، جيڪا بيهار جا هندو ڪري سگهيا ٿي، اُها اها هئي ته هو پنهنجي وچ ۾ رهندڙ ٿورڙي تعداد ۾ مسلمانن جي حفاظت، پنهنجي حياتيءَ وانگر ڪن ها. انهن جي مثال جو ضرور اثر ٿئي ها. منهنجو عقيدو آهي ته جڏهن موجوده پاڳلپڻو ختم ٿي ويندو تڏهن هو پشيمان ٿي ڪري اٿين ٿي ڪندا. بهرحال مون ته پنهنجي حياتيءَ جي بازي لڳائي ڇڏي آهي. اهي چاهين ٿا ته آءٌ جيئرو رهان؟

(هريجن- 1 ڊسمبر 1946ع)

## ضمير کي اپيل:

چاهي توهان منهنجيءَ ڳالهه جو ننين ڪريو يا نه ڪريو. آءٌ توهان کي نئين ڏيارڻ گهران ٿو ته آءٌ نه هندو ۽ مسلمان ٻنهيءَ جو خادم آهيان. آءٌ هتي پاڪستان سان وڙهڻ نه آيو آهيان. جيڪڏهن هندستان جي قسمت ۾ اهو ٿي آهي ته هو ورهائجي وڃي. ته ڪو به انهيءَ ورهاست کي روڪي نٿو سگهي. پر هو آءٌ توهان کي چوڻ گهران ٿو ته پاڪستان جبر، زور ۽ زبردستيءَ سان قائم نٿو ٿي سگهي. جن

پچن ۾، جيڪو هاٿي ڳايو ويو. شاعر خدا جو مثال پارس سان ڏنو آهي. پارس پٿر جي متعلق چيو ويندو آهي تہ اُهو لوهہ کي سون بڻائي ڇڏي ٿو. پر اهو عمل هميشه مناسب نٿو رهي. مثلا جيڪڏهن ريلوي جون سيئي پٽڙيون هن پٿر جي ڇهڻ سان سون بڻجي پون، تہ پوءِ ٽرينون اُنهن تي نہ هلي سگهنديون؛ پر خدا جي ڇهڻ سان روح پاڪ ٿئي ٿو.

اهو پارس پٿر اسان جي اندر آهي. آءٌ پنهنجن مسلمان ڀائرن کي جيڪو ڪُجهہ چوڻ گهُران ٿو، اُهو اِهو آهي تہ خواه چاهي هُو هڪ قوم بڻجي رهن يا ٻہ، پر پنهنجن هندو ڀائرن جا دوست بڻجي رهن. جيڪڏهن هُو ائين ڪرڻ نٿا گهُرن تہ کين صاف چئي ڇڏڻ گهرجي. اُنهيءَ صورت ۾ آءٌ تسليم ڪندس تہ مون هارائيو. شرنارٿي (مهاجر) هميشه تہ شرنارٿين وانگر نٿا رهي سگهن.... هن طرح گهڻو عرصو حياتي بسر ڪرڻ، اُنهن جي لاءِ نا ممڪن آهي. تنهنڪري جيڪڏهن مسلمان اُنهن کي پنهنجن گهرن ۾ وسائڻ نٿا گهُرن، تہ کين ڪنهن ٻيءَ جڳهہ تي هليو وڃڻ گهرجي.

پر جيڪڏهن مشرقي بنگال جو هر هندو هليو وڃي، تڏهن بہ آءٌ تہ مشرقي بنگال جي مسلمانن سان گڏ حياتي بسر ڪندو رهندس، ۽ جيڪو ڪُجهہ هُو مون کي ڏيندا (جنهن کي کائڻ آءٌ جائز سمجهان) کائيندو رهندس. آءٌ پنهنجي غذا ٻاهران نہ آڻيندس. مون کي مڇيءَ يا گوشت جي ضرورت نہ آهي. منهنجي لاءِ جيڪو ڪُجهہ ضروري آهي اُهو ٿورڙا ڦل، سبزيون ۽ ٻڪريءَ جي ٿورڙي کير جي ضرورت آهي. جيتري قدر ٻڪريءَ جي کير ۽ اناج جو تعلق آهي، آئون اُنهيءَ کي اُنهيءَ وقت پنهنجي غذا بڻائيندس، جڏهن خدا کي منظور هوندو. مون انهن شين کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ وقت تائين نہ کائيندس. جيستائين هندو پنهنجي انهيءَ ڪيي تي پيشمان نہ ٿيندا. جيڪو

ڪجي اُنهن بيهار ۾ مسلمانن سان ڪيو.

هڪ هزار هندوئن جو سٿو مسلمانن کي گهيرو ڪري ونڻ، يا هزار مسلمانن جو سٿو هندن کي گهيرو ڪرڻ. ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ بهادري نہ پر بزدلي آهي. برابر جي لڙائي تہ اُها آهي جو تعداد بہ برابر هجي. ۽ اڳ ۾ ئي اطلاع ڏيئي لڙائي ڪئي وڃي: پر انهيءَ جي اها معني نہ آهي تہ آءٌ انهيءَ لڙائيءَ کي پسند ڪريان ٿو.

جيو وڃي ٿو تہ هندو مسلمان دوستن وانگر هڪ جڳهہ تي نٿا رهي سگهن. ۽ نہ ئي اُهي پاڻ ۾ سهڪار ڪري ٿا سگهن. مون کي تہ ڪو شخص بہ انهيءَ ڳالهہ جو يقين نٿو ڏياري سگهي - پر جيڪڏهن توهان کي انهيءَ ڳالهہ جو يقين آهي تہ ائين چئي ونو. انهيءَ صورت ۾ آءٌ هندوئن کي نہ چوندس تہ هو پنهنجن گهرن ڏانهن واپس اچن. اُهي مشرقي بنگال کي ڇڏي هليا ويندا. پر اهو واقعو هندوئن ۽ مسلمانن ٻنهي جي لاءِ شرم جو باعث ٿيندو. جيڪڏهن انهيءَ جي بجاءِ توهان چاهيو ٿا تہ هندو توهان سان گڏ رهن، تہ توهان کي اُنهن کي چئي ڇڏڻ گهرجي تہ هو فوج جي حفاظت تي ڀروسو نہ ڪن، پر انهيءَ جي بجاءِ پنهنجي مسلمان ڀائرن تي ڀروسو ڪن. اُنهن جون ڌيئرون، ڀينرون ۽ ماتائون، توهان جون ئي تہ ڌيئرون، ڀينرون ۽ مائرون آهن، ۽ توهان کي اُنهن جي حفاظت پنهنجي حياتيءَ جي برابر ڪرڻ گهرجي. مون ڳالهہ اُنهن کي شرنارٿين (مهاجرين) جي ڪيمپ ۾ خطاب ڪيو هو.

چيو وڃي ٿو تہ هڪ شخص گذريل شام جو پرارٿنا (عبادت) کانپوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ واپس آيو. پر هُن ڏٺو تہ هُن جي گهر کي مسلمانن گهيري ورتو آهي. اُنهن هن کي پنهنجي جائداد تي قبضي ڪرڻ جي اجازت نہ ڏيئي ڏني. انهيءَ صورت ۾ ( جيڪڏهن اهو صحيح آهي) آءٌ ڪهڙيءَ طرح اهو چئي سگهان ٿو تہ واپس اچو. مون جيڪو ڪُجهہ چيو آهي، اُن تي توهان کي غور ڪرڻ گُهرجي. ۽ مون کي ٻُڌائڻ

گهرجي تہ در حقيقت توهان جي مرضي چا آهي؛ آءٌ انهيءَ جي مطابق هندوئن کي مشورو ڏيندس.

(هريجن- 1 ڊسمبر 1942ع)

## ڀنهيءَ جي بداعمالي:

مسلمانن هندوئن کي ڪُنو ۽ انهيءَ ڪان بہ بدتر ڪم بنگال ۾ ڪيا- ۽ هندن مسلمانن کي بيهار ۾ ڪُنو. جڏهن ٻنهي بد اعمالي ڪئي تڏهن ٻنهيءَ جي پيٽ ڪرڻ يا اهو چوڻ تہ هڪ، ٻئي کان گهٽ بداعمال آهي. يا اهو چوڻ تہ ڪنهن اول وڳوڙ شروع ڪيو. اهو فضول آهي. جيڪڏهن انهن بدلو ونڻ گهريو ٿي تہ هو اهو فن مون کان سکن ها. آءٌ بہ انتقام ونان ٿو پر اُهو انتقام ٻئي قسم جو هُوندو آهي: مون پنهنجي ننڍپڻ ۾ هڪ گُجراتي گيت پڑهيو هو، جنهن ۾ لکيل هو تہ "جيڪڏهن اُنهيءَ شخص کي، جنهن توهان کي هڪ گلاس پاڻيءَ جو ڏنو. توهان ان کي بہ گلاس پاڻيءَ جا ڏيو ٿا تہ انهيءَ ۾ ڪا خاص خوبي نہ آهي. اصل نيڪي اِنهيءَ ڳالهہ ۾ آهي تہ توهين اُنهيءَ شخص سان ڀلائي ڪريو، جيڪو توهان سان برائي ڪري ٿو-" ۽ اِنهيءَ کي آءٌ هڪ سُنو انتقام سمجهان ٿو.

"بيهار جا فساد"
(هريجن- 1 ڊسمبر 1946ع)

## ٻنهي مملڪتن جي بربادي:

تازو ئي الهہ آباد مان هڪ خط وصول ٿيو. ۽ خط لکندڙ لکيو آهي. تہ سواءِ ڪن چند عزت جي قابل شخصيتن جي، ڪنهن بہ مسلمان تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي. تہ هُو انڊين يونين جو وفادار

رهندو: خاص طور انهيءَ صورت ۾ جڏهن ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ جنگ ڇڙي پوي. تنهنڪري مسلمانن جي اڪثريت کي چند مسلمان قوم پرستن ڪانسواءِ ڪڏي ڇڏڻ گهرجي . انسانن جي لاءِ مناسب ۽ موزون به اهو ئي آهي ته پنهنجي بني نوع جي ڳالهه تي يقين ڪن - انهيءَ شرط تي ته انهيءَ ڳالهه جي خلاف ڪا شاهدي موجود نه هُجي. گذريل هفتي تقريباً هڪ لک مسلمانن جو هڪ جلسو لکنؤ ۾ ٿيو هو: جنهن پنهنجي قوم پرستيءَ جو قطعي اعلان ڪيو. جيڪڏهن ڪو شخص واضح طور تي غير وفادار يا بد ديانت هُجي. ته اُنهيءَ کي گولي به هٽي سگهجي ٿي. جيتوڻيڪ اهو سُنو طريقو نه آهي. پر بي سبب بي اعتمادي. جهالت ۽ بزدليءَ جي علامت آهي: ۽ انهيءَ سان فرقي واريت. نفرت ۽ رتو چاڻ ۽ تمام وڏي پشماني ٿي لڏ پلاڻ جي تحريڪ پيدا ٿئي ٿي. انهيءَ بي اعتماديءَ جي جاري رهڻ سان هندستان جي ورهاست دائمي، ۽ ٻنهي ممنڪن جي بربادي يقيني ٿي وڃي ٿي.
(10 جنوري 1947ع دهليءَ ڊائري)

## اونداهي رات:

"اونداهي رات آهي. ۽ آءٌ پنهنجي گهر کان پري آهيان. تون منهنجي رهنمائي ڪري مون کي وٺي هل!" مون پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪڏهن به ايتري اونداهي نه ڏٺي. رات تمام گهٽي ڏگهي معلوم ٿئي ٿي. صرف ايترو ڏيِ مون کي حاصل آهي ته آءٌ پاڻ کي نه ته عاجز پايان ٿو. ۽ نه ئي مايوس. - آئون هر ممڪن حادثي جي لاءِ تيار آهيان. " ڪريو يا مرو" جي اصول جو هاڻي هتي امتحان آهي. "ڪريو" جي معني اها آهي ته هندو مسلمان پاڻ ۾ امن سان گڏ حياتي بسر ڪرڻ سکي وٺن - نه ته مون کي انهيءَ جدوجهد ۾ مري وڃڻ گهرجي. حقيقت ۾ اهو ڪم ڏکيو آهي. پر خدا جي مرضي پوري ٿيندي.
(هريجن- 5 جنوري 1947ع)

## ڊگهي رات:

منهنجو موجوده مشن منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏيڪ منجهيل ۽ مشڪل مشن آهي. اُنون سئو سيڪڙو سچائيءَ سان اهو پچن ڳائي سگهان ٿو:

"رات اونداهي آهي ۽ آئون گهر کان گهڻو پري آهيان. اي خدا! تون ئي منهنجي رهنمائي ڪر."

ڪڏهن اڳ ۾ مون پنهنجي زندگيءَ ۾ اهڙي اونداهي ناهي ڏٺي. رات گهڻي ڊگهي معلوم ٿئي ٿي. صرف هڪ ئي ڳالهه تسڪين بخش آهي. ۽ اُها اها آهي تہ آئون نہ نہ حيران آهيان ۽ نہ مايوس. آئون هر حادثي جي لاءِ تيار آهيان. "ڪريو يا مرو" جو هت امتحان ٿيندو. "ڪريو" جي معنيٰ اها آهي تہ هندو ۽ مسلمان امن ۽ صلح سان گڏجي زندگي گهارڻ سکن. نہ تہ پوءِ مون کي انهيءَ ڪوشش ۾ مري وڃڻ گهرجي. في الحقيقت اهو گهڻو ڏکيو ڪم آهي. ٿيندو اُهو ئي جيڪا خدا جي مرضي هوندي.

هڪ خط بنام شري نارائڻ داس اندهي (راجڪوٽ)
(هريجن- 5 جنوري 1947ع)

## خدا تي ڀروسو:

ڊپ هڪ اهڙي شيءِ آهي. جنهن کان اُهٖ نفرت ڪريان ٿو. ڇو ڀلا هڪ انسان ٻئي انسان کان ڊپ ڪري. انسان کي تہ صرف خدا جو خوف ڪرڻ گهرجي. تڏهن ئي هو سڀني ٻين ڊپن کي پاڻ کان پري ڪري سگهي ٿو.... اهڙي شخص کي (جيڪو ڊپ رکندو هُجي) پوليس ۽ فوج ڪهڙو سهارو ڏيئي سگهي ٿي؟ فوج ۽ پوليس تي ڀروسو ڪرڻ پنهنجي لاچارگيءَ ۾ واڌارو ڪرڻ آهي .. هيل تائين تہ مون سان

ڪوڙ ساٿي رهندا ڪندا هئا. پر هاڻي اٿون پنهنجي دل کي چوڻ لڳو آهيان: ”هاڻي وقت آهي. جيڪڏهن تون پنهنجي حقيقت کي سڃاڻڻ گهرين ٿو تہ اڪيلو ٿي وڃ“ انهيءَ ڪري آئون اڪيلو هن ڳوٺ ۾ آيس. خدا تي اڌول پڙوسي سان. آئون اهڙيءَ راهہ تي هلندس. تہ جيئن سموري مخالفت کي دور/ختم ڪري ڇڏيان. ۽ اعتماد پيدا ڪري سگهان.

مسلمانن جي ڳوٺ ۾
(هريجن- 5 جنوري 1947ع)

## اِها ڪا بهادري نہ آهي:

ڪوڙ سارا مسلمان يونين مان هليا ويا آهن، پوءِ بہ مسلمانن جو هڪ وڏو تعداد يونين ۾ آهي. 70 هزار مسلمان اُن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا. جيڪا مولانا صاحب منعقد ڪئي هئي. اِهي يونين جي مسلمانن جا نمائندا هئا. ڇا انهن مسلمانن کي زبردستي ڪڍي ڇڏجي، يا ختم ڪري ڇڏجي؟ آئون تہ ڪڏهن بہ اهڙي ڪم جو ساٿي نٿو ٿي سگهان. اهڙي طرز عمل ۾ ڪا بہ بهادري نہ آهي. ٻيا ڪُجهہ بہ ڪن، پر آءٌ تہ يونين ۾ نقط نظر جو فرقي واري تي وڃڻ پسند نٿو ڪري سگهان. هر شخص کي ٻين جي خوبين کي اختيار ڪرڻ گهرجي. ۽ ٻين جي اوڻائين جي هرگز پيروي نہ ڪرڻ گهرجي.

(8 جنوري 1947ع)

## پنهنجيءَ ڄا گناهہ هڪجهڙا:

ڇا مسلمان اهو چاهين ٿا تہ آئون اُنهن گناهن جو ذڪر نہ ڪريان. جن جو اُنهن نواکاليءَ ۾ ڏوهہ ڪيو آهي. يا آئون صرف بيهار

جي هندوئن جي گناهن جو ذڪر ڪريان. جيڪڏهين مون ائين ڪيو نہ آءُ پنهنجو پاڻ کي بزدل ثابت ڪندس. منهنجي لاءِ نواکاليءَ جي مسلمانن ۽ بيهار جي هندوئن جا گناهہ يڪسان/هڪجهڙا آهن. ۽ يڪسان ملامت جي قابل آهن.

(هريجن- 12 جنوري 1947ع)

## شرمناڪ حرڪتون:

انهن شرمناڪ حرڪتن جي ڪابہ انتها نہ آهي. جيڪي هتي ڪيون ويئيون: ۽ اهي بہ مذهب جي نالي ۾! ڪنهن شخص کي قطعاً مايوس ڪري ڇڏڻ جي لاءِ اهي حالتون ڪافي آهن. پر مون پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ ڪوڙ سارن وحشين کي ڏٺو. ۽ اهو بہ ڏٺو تہ اُهي ناقابلِ اصلاح نہ هوندا آهن. جيڪڏهن اسان کي اهو معلوم هُجي تہ اسان اُنهن جي روح جي ڪهڙيءَ تار کي آڱر لڳايون ...مون ماڻهن کي چئي ڇڏيو آهي تہ فوج ۽ پوليس جي امداد تي ڀروسو نہ ڪن. اسان کي جمهوريت قائم رکڻي آهي، ۽ فوج ۽ پوليس ۽ جمهوريت ٻي جوڙ آهن.. فوجي امداد توهان کي ذليل ڪري ڇڏيندي.. بيهار هُجي يا بنگال، ماڻهن کي بهادر بڻجڻو آهي. ۽ پنهنجين ئي ٽنگن تي بيهڻو آهي.

(هريجن- 12 جنوري 1947ع)

## انسانيت سوز:

انهن انسانيت سوز عملن جي تہ ڪا حد ئي نہ آهي. جيڪي ني گذريا آهن. اُهي ابترا آهن جو ڪنهن شخص کي انتهائي مايوسيءَ ۾ وجهي ڇڏڻ جي لاءِ ڪافي آهن. پر مون کي نہ ائين معلوم ٿئي ٿو. تہ اهي انسانيت سوز عمل ڪرڻ وارا بہ چوتڪاري ڪان محروم ٿئا ني.

سگهن. بشرطيڪ اسان کي اهو معلوم هُجي تہ اُنهن جي روح جي ڪهڙيءَ تار کي ڇُهون؟

(هريجن 12 جنوري 1947ع)

## عقل جو ڏيوالو:

آباديءَ جي مٽا سٽا جو سوال ناقابل قياس ۽ ناقابل عمل آهي. اهو سوال تہ ڪڏهن بہ منهنجي دل ۾ نہ آيو. هر صوبي ۾ هر شخص هندستاني آهي. خواہ اُهو هندو هُجي يا مسلمان يا ڪنهن بہ مذهب جو: جبڪڏهن پاڪستان پوريءَ طرح قائم ٿي وڃي تڏهن بہ اها ڳالهہ بدلجي نٿي سگهي. منهنجي لاءِ هر اهڙي تجويز جي معنيٰ اها ٿيندي تہ هندستانيءَ جي عقل ۽ تدبر، ٻنهيءَ جو ڏيوالو نڪري ويو آهي. اهڙي عمل جو منطقي نتيجو ايترو خوفناڪ آهي. جو آءٌ اُنهيءَ جو تصور بہ نٿو ڪري سگهان.

بنگال جو روزنامچو

(هريجن- 19 جنوري 1947ع)

## خوف کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريو:

منهنجو مقصد ڇڙو هڪ ئي آهي. ۽ اُهو بلڪل صاف آهي: يعني اهو تہ. خدا هندو ۽ مسلمان ٻنهيءَ جي دلين کي پاڪ ڪري ڇڏي - ۽ ٻئي فرقا شڪ ۽ بدگمانين ۽ هڪ ٻئي جي ڊپ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺن.

(هريجن 26 جنوري 1947ع)

## مڪمل اونداهي:

منهنجي دل ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته انگريزن کي هندستان ڇڏڻو پوندو. پر جيڪڏهن هندستاني ايترا بي وقوف آهن، جو اُهي پاڻ ۾ وڙهندا. ته آءٌ سمجهي سگهان ٿو ته هن ملڪ جي قسمت ڇا ٿيندي. هندستان کي غالبا اقوامِ متحده جي نگرانيءِ ۾ ڏنو ويندو. جنهن جي معنيٰ اها ٿيندي ته هڪ نه. پر اسان جا ڪوڙ آقا هُوندا. ۽ اهڙيءَ طرح آزادي موڪلائي ويندي.. هڪ فرقو جيڪو اڳ ۾ منهنجو دوست هو. هاڻي مون کي پنهنجو دشمن سمجهي ٿو. آءٌ اهو ثابت ڪرڻ جي لاءِ آيو آهيان ته آءٌ مسلمانن جو حقيقي دوست آهيان. اِنهيءَ لاءِ مون پنهنجي هن سڀ کان وڏي تجربي جي لاءِ اهڙي جڳهه چُونڊي آهي، جتي مسلمانن جي اڪثريت آهي.. اهو سچ آهي ته رات جي اونداهي. سڀ کان وڌيڪ روشني ايرڻ کان اڳ هُوندي آهي. آءٌ پاڻ محسوس ڪريان ٿو ته توڙي جو اهي دوست جيڪي فاصلي تي آهن. ايندڙ نئين صبح جي وقت جا آثار ڏسي رهيا آهن. پر آءٌ اهو ڏسان پيو ته ڪامل اونداهي مونکي وڪوڙي ويئي آهي.. آءٌ بلڪل غير محفوظ رهڻ پسند ڪندس، جيڪڏهن انهيءَ حالت ۾ اهو ثابت ٿي سگهي، ته منهنجي دل ۾ مسلمانن جي لاءِ محبت ڪانسواءِ بيو ڪجهه نه آهي.

(هريجن 26 جنوري 1947ع)

## نواکالي:

جيتري قدر ممڪن ٿي سگهيو آهي. مون پنهنجين تقريرن ۾ نواکاليءَ جي معاملن تي بحث ڪرڻ کان لنوايو آهي: پر جڏهن به مون کي نواکاليءَ جي متعلق ڪُجهه چوڻو پيو آهي تڏهن مون نهايت احتياط سان زبان کولي آهي. ڇا مسلمان اهو چاهين ٿا ته آءٌ اُنهن گناهن جو

ذڪر ئي نه ڪريان. جن جو ذڪر انهن نوآکاليءَ ۾ ڪيو آهي؟ ۽ نه
صرف هندوئن جي گناهن جو ذڪر ڪريان. جنهن جا هو بيهار ۾
جوابدار ٿيا آهن؟ جيڪڏهن آءٌ ائين ڪريان ته پوءِ آءٌ بزدل ٿيندس.
منهنجي لاءِ نوآکاليءَ جي مسلمانن ۽ بهار جي هندوئن جا گناهه هڪ ئي
وزن رکن ٿا. ۽ هڪسان طور ننديءَ جي قابل آهن. مون نوآکاليءَ جي
هندوئن جي به انهيءَ مطالبي کي. ته هندو پوليس انهن جي آباديءَ ۾
رکي وڃي. جهڙيءَ طرح بيهار جي مسلمانن مطالبو ڪيو هو ته انهن
جي آباديءَ ۾ مسلمان پوليس رکي وڃي - ناپسند ڪيو هو. اهو
مطالبو صلح جي مشن جي مقصد کي فوت ڪري ڇڏي ٿو. جيڪڏهن
هن مطالبي کي قبول ڪيو وڃي ته انهيءَ جي اها معنيٰ ٿيندي ته بيهار
کي ورهائيو وڃي. ۽ جيترا پوليس جا ٿاڻا آهن. اوترا ئي پاڪستان
بڻجي وڃن. بهرحال جهڙيءَ طرح به توهين زندگي بسر ڪريو. توهان
کي پنهنجن پاڙيسرين سان خير سگاليءَ، پائيچاري ۽ دوستاڻا لڳ لاڳاپا
قائم ڪري زندگي بسر ڪرڻي پوندي.

بهار ڇپي شرنارٿين (مهاجرن) جي ڪيمپ ۾
(هريجن -30 اپريل 1947ع)

## سچي مذهب جو جوهر:

تهمت لڳائي وڃي ٿي ته مون مسلمانن جو دوست بڻجي،
هندوئن کي ڇيهو رسايو آهي. آئون ڪهڙيءَ طرح ماڻهن کي انهيءَ
ڳالهه جو يقين ڏياريان. ته جيڪڏهن منهنجي پبلڪ زندگي 60 سالن ۾
به انهيءَ حقيقت کي واضع نه ڪري سگهي. ته مسلمانن سان دوستيءَ
ڪري مون پاڻ کي هندوئن جو سچو دوست ثابت ڪيو آهي. ۽ صحيح
طريقي تي هندوئن ۽ هندو ڌرم جي خدمت ڪئي آهي. "سچي مذهبي
تعليم جو جوهر اهو آهي ته سيني جي خدمت ڪئي وڃي، ۽ سيني

سان دوستي ڪئي وڃي.“ مون اها ڳالهه پنهنجيءَ ماءُ جي هنج ۾ سکي هئي توهان جي دل گهري ته مون کي هندو سمجهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو؛ مون وٽ انهيءَ جو ڪو به جواب نه آهي. سواءِ انهيءَ جي ته آءٌ اقبال جي مشهور نظم جي هڪ مصرع پڙهي ڇڏيان ته (مذهب نٿو سيکاري پاڻ ۾ وير ڌارڻ)... ”پنهنجي دوستن جو دوست بڻجڻ ته سولو ڪم آهي. پر هڪ اهڙي شخص سان دوستي ڪرڻ. جيڪو پاڻ کي توهان جو دشمن سمجهي ٿو. سچي مذهب جو اصلي جوهر آهي-“ ٻيءَ ڳالهه ته محض ڪاروبار آهي.

(هريجن -11 مئي 1947ع)

## رت شريڪ ڀاءُ:

توهان سيئي منهنجا رت شريڪ ڀائر آهيو- چاهي توهين مسلمان هُجو يا هندو. فرض ڪريو ته توهان پاڳل ٿي پئو ۽ مون وٽ فوج جي پلٽڻ هُجي. ته ڇا آءٌ توهان کي گولين سان اُڏائي ڇڏيندس؟ نه - آءٌ جيڪڏهن پاڻ پاڳل ٿي وڃان ته اِنهيءَ ڳالهه کي پسند نه ڪندس ته گوليءَ سان اُڏائي ڇڏيو وڃان. منهنجي هڪ دوست جو پُٽ پاڳل ٿي ويو ته مون کي ڪيس بند ڪرڻو پيو. پر مون ڪيس گوليءَ سان مارڻ پسند نه ڪيو.

(هريجن -8 جون 1947ع)

## موجوده ڪاهي/ ويڇو:

سوال: ڇا هندو مسلمانن جي وچ ۾ موجوده ويڇو مستقل آهي؟

جواب: اِنهيءَ قسم جي ڪا به شئي مستقل نٿي ٿي سگهي. جيڪڏهن اُها مستقل ٿي وڃي ته انهيءَ جي معنيٰ اها ٿيندي. ته ٻنهيءَ مان ڪنهن

ٻه مذهب مڙ ڪا ٻه سچائي نه آهي.

(هريجن- 18 مئي 1947ع)

## جاهلن جي جنت:

منهنجيءَ دل ۾ هن وقت جيڪو خيال سڀ کان مٿاهون آهي.
اُهو اهو آهي ته غنڊن جي هن حڪومت جو ڪهڙيءَ طرح مقابلو ڪيو
وڃي. جيڪا اٿين معلوم ٿئي ٿو ته تمام تيزيءَ سان اسان کي
وڪوڙي رهي آهي. اها ڳالهه آءٌ سڄي هندستان جي متعلق چوان ٿو.
شايد اها ئي ڳالهه گهٽ يا وڌ سڄي دنيا جي لاءِ صحيح آهي. هندوئن
کي پنهنجي پاڻ کي اهو دوکو نه ڏيڻ گهرجي ته اُنهن جي لاءِ سڀ
ڪُجهه نيڪ آهي. مون کي هڪ سچي هندوُ هجڻ جي دعويٰ آهي. ۽
انهيءَ حيثيت سان آءٌ اِهو چئي ڏيڻ گهُران ٿو ته اسان هندو بيوقوفن جي
جنت ۾ رهنداسين. جيڪڏهن اسان اهڙا خيال پنهنجي دل ۾ رکون.
غير ملڪي حڪومت کي هٽائي اُنهيءَ جي جاءِ تي غنڊه گردي قائم
ڪرڻ صحيح ڳالهه نه آهي. پرارٿنا جي جلسن ۾ جيڪا احمقاڻي
مداخلت ڪئي وڃي ٿي. اُها هن مرض جي ڪا معمولي علامت نه
آهي. "عدم رواداري غنڊه گرديءَ جي ئي هڪ صورت آهي." اِنهن
وحشياڻين حرڪتن کان جن جون خبرون اسان اخبارن ۾ پڙهندا رهون
ٿا. اها غنڊه گردي ڪُجهه گهٽ نه آهي. سيئي سياسي ڪم ڪندڙ.
خواه اُهي هُندو هجن يا مسلمان. ٿورڙو غور ڪن ته اُنهن جي اکين جي
سامهون ڇا ٿي رهيو آهي؟ ڪٿي ائنڊڙ نسل اهو نه چون ته اسان آزادي
حاصل ڪرڻ کان اڳ ٿي. اُنهيءَ کي وڃائڻ جو سبق سکي ورتو.

(هريجن -25 مئي 1947ع)

## منهنجي لاءِ ڪا بہ جڳهہ نہ آهي:

هن هندستان ۾. جهڙي اهو شڪل اختيار ڪندو پيو وڃي. منهنجي لاءِ ڪا بہ جڳهہ نہ آهي. آءٌ 125 سال جيئري رهڻ جي اُميد تان هٿ کڻي ويو آهيان. ممڪن آهي تہ آءٌ هڪ بہ سال اجا جيئَرو رهان. اها ٻي ڳالهہ آهي: پر جيڪڏهن هندستان تشدد جي هِن سيلاب ۾ غرق ٿيڻ وارو آهي، جنهن جو انديشو آهي. تہ پوءِ مون کي جيئري رهڻ جي ڪا بہ خواهش نہ آهي. فرقيواريت جو پاڳلپڻو ڦهلجي رهيو آهي. ۽ هاڻي گفتگو اها ٿي رهي آهي تہ هندستان کي فوجي ۽ صنعتي طاقت بڻايو وڃي. ٻيو تہ اهڙي هندستان ۾ ڳوناٺين صنعتن ۽ ياڻ جي جڳهہ ڪٿي آهي، جيڪي عدم تشدد جو نشان آهن... آئون شعلن جي اندر وڪوڙيو پيو آهيان. خدا جي مهربانيءَ سان يا اُنهيءَ جو اهو هڪ اشارو آهي، جو اِهي شعلا مون کي پسم تتا ڪري ڇڏين.

(هريجن -8 جون 1947ع)

## اهنسا ڪٿي آهي:

چيني سفير جي جواب ۾:

آءٌ تہ ڪنهن بہ حال ۾ زير نہ ٿيڻ وارو اميد پرست آهيان. اسان هِن طويل عرصي ۾ انهيءَ لاءِ تہ جدوجهد نہ ڪئي هُئي، تہ اسان اهڙا وحشي بڻجي وڃون، جو جهڙيءَ طرح بنگال ۽ بيهار ۽ پنجاب جي احمقاڻين خونريزين کي ڏسي ڪري معلوم ٿئي ٿو. تہ اسان وحشي بڻجي ويا آهيون. پر آءٌ محسوس ڪريان ٿو تہ اها تہ صرف اِنهيءَ ڳالهہ جي علامت آهي تہ اسان هاڻي غير ملڪي جوئي کي لاهي اُڇلائي رهيا ميون، ۽ انهيءَ ڪري سڄي گندگي سطح تي اچي رهي آهي. جڏهن گنگا ۾ ٻوڏ ايندي آهي تڏهن پاڻي ميرو ٿي ويندو آهي. پر جڏهن ٻوڏ

گهٽبي آهي تڏهن توهان کي صاف نيرو پاڻي نظر ايندو آهي. جنهن سان اکين ۾ ٿڌاڻ پيدا ٿئي ٿي. انهيءَ جي مون کي اُميد آهي. ۽ انهيءَ جي لاءِ آئون جيئرو آهيان. آئون اُنهيءَ وقت کي ڏسڻ جي لاءِ جيئرو نٿو رهڻ گُهران. جڏهن هندستان جي انسانيت وحشت ۾ بدلجي وڃي.

هندستان دنيا جي نفرت جو مرڪز بڻبو پيو وڃي. دنيا سوال ڪري ٿي تہ توهان جي اهنسا ڪٿي آهي، جنهن سان توهان پنهنجي آزادي جيتي آهي؟ مون کي پنهنجو سر شرم کان جهڪائي ڇڏڻو پوي ٿو. ڇا هڪ آزاد هندستان. دنيا کي امن جو سبق ڏيئي سگهندو يا نفرت ۽ تشدد جو. جنهن کان دنيا تنگ اچي چُڪي آهي.

(هريجن -8 جون 1947)

## حڪومتن کي ڇو درخواست ڪريان:

باوجود انهيءَ جي، جو آئون هميشه ڳانءِ جو پرستار رهيو آهيان، پر مون کي ڪو بہ سبب نٿو سُجهي جو آئون حڪومتن کي درخواست ڪريان، تہ اُهي صرف انهيءَ لاءِ ڳئُون ڪشي بند ڪري ڇڏين. جو اها هندو مذهب جي خلاف آهي. الميو اهو آهي تہ مون کي تارون ۽ خط موڪلڻ وارا. ۽ عموماً سيئي هندو انهيءَ حقيقت کي محسوس نٿا ڪن تہ. باوجود انهيءَ جي جو هُو پاڻ ڳنئو ڪشي نٿا ڪن، پر اُنهن جو ورتاءُ. اهو ئي ڳانءِ سان يڪسان خراب آهي. سچ تہ اهو آهي تہ خدا ئي ڳئُون جي حفاظت ڪرڻ وارو آهي: جهڙيءَ طرح هُو اسان سڀني جي حفاظت ڪرڻ وارو آهي. پر هندو تہ عام طور تي ڳانءِ ۽ ڍورن کي بکيو رکي مارين ٿا. جهڙيءَ طرح اُنهن جي خدمت ڪرڻ گُهرجي هُو نٿا ڪن. هُو اهڙين ڳانئُين کي، جيڪي ڪانگاريون ٿي وڃن ٿيون وڪڻي ڇڏيندا آهن. سواءِ انهيءَ خيال جي تہ هن طرح هُو اُنهن کي ڪوس گهر موڪلي رهيا آهن: هُو گهڻي کان گهڻي قيمت

ڏبندڙن جي هٿن ۾ ڪيس وڪرو ڪري ڇڏبندا آهن. هو ڍڳن سان بي رحميءَ وارو ورتاءُ ڪندا آهن ۽ انهن تي (Goads) ڪُنڍو استعمال ڪندا آهن. اهو نه انهن جي لاءِ مناسب نه آهي ته هو ڳھرن ته انهن جي طرفان قانون، مذهب جي پابندي ڪري. ڍور، جيڪي هڪ دولت وانگر آهن. انهيءَ جو وڏو حصو هندوئن ئي جي هٿ ۾ آهي. پر ڪنهن ملڪ ۾ به انهيءَ جو نسل ايترو ڏبرو ۽ ايتري قدر بدحاليءَ جو شڪار نه آهي. جيترو هن ملڪ ۾.

(هريجن -27 جولاءِ 1947ع)

## اسان سڀ ٻڙي آهيون:

مون کي هن موقعي تي توهان کي ڇڏڻ سان ڏک ٿئي ٿو. مون کي اها ڳالهه چڱي نئي معلوم ٿئي ته آئون انهيءَ وقت تائين بيهار کي ڇڏيان، جيستائين مسلمانن جي دلين مان دپ نه نڪري وڃي ۽ ٻئي ڌُريون صاف ضمير سان مون کي هتان وڃڻ جي اجازت نه ڏين. منهنجو اهو ئي احساس انهيءَ وقت به هو جڏهين آئون نواکاليءَ مان روانو ٿيو هُئس. ٻنهي ماڳن جي لاءِ منهنجو نصب العين هڪ ئي هو، يعني "ڪريو يا مرو -" منهنجي اهنسا مون کان تقاضا ڪري ٿي ته آءٌ پاڻ کي اقليتن جي خدمت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيان. اُها هڪ نئين حياتي هُوندي، ۽ مون کي انهيءَ سان وڌيڪ بهتر سُک حاصل ٿيندي. جيڪڏهن انهن ٻنهي جڳهن تي هندو ۽ مسلمان، هڪ ٻئي سان گڏ صلح سان گڏجي رهڻ لڳن، ۽ پنهنجي باهمي دشمني ۽ پنهنجي ويڇن کي ڇڏي ڏين. خدا ئي بهتر ڄاڻي ٿو ته هن جدوجهد جو ڇا نتيجو نڪرندو. انسان ته صرف ڪوشش ئي ڪري سگهي ٿو، ۽ انهيءَ ڪوشش ۾ پنهنجي حياتي واري سگهي ٿو. خدا ئي کي سڀ اختيار آهي. اسان سڀ ته ٻڙي آهيون. اهو ئي مقصد مون کي هاڻي دهلي وٺي وڃي پيو... هر ڪنڊ ڪُڙڇ ۾ بدي ئي بدي نه ڏسو. سڀئي مسلمان

خراب نہ آهن. جهڙيءَ طرح سيني هندو خراب نٿا ٿي سگهن. عموماً صرف اُهي ئي ماڻهو ٻين ۾ ناپاڪي ڏسن ٿا. جيڪي خود ناپاڪ هوندا آهن: اُنهن جو فرض آهي تہ هو جيڪو ڪجهہ بهترين هجي. اُنهيءَ کي ڏسن. ۽ ڪو بہ ڊپ دل ۾ نہ آڻين.

(هريجن -27 جولاءِ 1947ع)

## اهڙو سنڌو/روڪ مذهب جي نفي:

هندو مذهب ڳئُو ڪشي. هندوئن جي لاءِ منع ڪري ٿو. نہ ڪي سڄي دنيا جي لاءِ – مذهبي سنڌو اندر مان پيدا ٿيندو آهي. ٻاهر کان اُنهيءَ کي پيدا ڪرڻ جي معني ڏاڍ آهي. اهڙو سنڌو مذهب جي نفي آهي. هندستان نہ صرف هندوئن جو وطن آهي پر مسلمانن. سکن. عيسائين ۽ يهودين جو بہ وطن آهي: ۽ اُنهن سيني جو بہ وطن آهي جيڪي هندستاني هُجڻ جي دعوي ڪن ٿا. ۽ يونين جا وفادار آهن. جيڪڏهن اسان مذهب جي سببان هندستان ۾ ڳئو ڪشي ممنوع ڪري سگهون ٿا. تہ پوءِ فرض ڪريو تہ پاڪستاني حڪومت مُورتي پوڄا کي انهي سببان پاڪستان ۾ چو ممنوع نٿي ڪري سگهي. آءٌ مندر ۾ نہ ويندو آهيان پر جيڪڏهن پاڪستان ۾ مون کي مندر ۾ وڃڻ کان روڪيو وڃي. تہ آئون ضرور ويندس. پوءِ ڪٿي اِئين ڪرڻ ۾ منهنجي حياتيءَ کي خطرو چو نہ هجي. جهڙيءَ طرح اسلامي شريعت غير مسلمانن تي لاڳو نٿي ڪري سگهجي. بلڪل تهڙيءَ طرح هندوئن جو مذهبي قانون. غير هندوئن تي لاڳو نٿو ڪري سگهجي. ڪوڙ سارا هندو ڏوهاري آهن جو اهي ڏيري ڏيري تڪنيڪون رسائي ڪري ڳنئُو کي مارئيندا رهن ٿا. هندو ئي هندستان کان ٻاهر ڍڳيون موڪليندا آهن. ۽ اُهي حڳي ريت ڄاڻن ٿا تہ غير ملڪن ۾ اهي ڍڳيون اُنهيءَ Beat Ex-tract تي تيار ڪرڻ جي لاءِ ڪُٺيون وينديون. جيڪو هندستان

مرڪليو ويندو آهي - ۽ جنهن کي قدامت پرست هندوئن جا پار به طبي هدايتن جي تحت. سواءِ ڪنهن حجاب جي استعمال ڪندا رهن ٿا. ڇا اهي ماڻهو گنئُو ڪشيءَ جي ڏوهه ۾ شريڪ نه ٿيا؟

(هريجن 10 - آگسٽ 1947ع)

## ڪانگريس هندو ادارو نٿي بڻجي سگهي:

ڪانگريس ڪاميٽي هندو ادارو نٿي بڻجي سگهي، جيڪي ماڻهو انهيءَ کي اهڙو بڻائيندا. اُهي هندستان ۽ هندو ڌرم جا دشمن آهن. اسان ڪروڙن جي هڪ قوم آهيون، اُنهن ڪروڙن جي آواز کي ڪنهن نه ٻُڌو آهي. انهيءَ ڳالهه تي ڪُجهه ضد هوندو ته اهو .شهر جي چند خُدائي فوجدارن کي هُوندو. انهن ماڻهن جي آواز کي هندستان جي ڪروڙن ڳوناڻن جو آواز نه سمجهيو وڃي. انڊين يونين جي مسلمانن پاڻ کي اوپرو ۽ غير ملڪي ظاهر نه ڪيو آهي. هندن جي ڪوڙ سارن نقصن جي باوجود اِها دعويٰ ته ڪري سگهجي ٿي، ته هندو ڌرم ڪڏهين به اهڙو نه هو جو ٻين کي جُدا ڪندو هُجي. ڪثيرالتعداد ماڻهو. جيڪي ٻين مذهبن سان واسطو رکن ٿا اهي پاڻ ۾ گڏجي اسان جي وحدت قائم ڪن ٿا. اِهي سڀ هڪجهڙا حق رکن ٿا ته، اِنهن کي هندستان جو شهري سمجهيو وڃي. هٺ نوڪئي اڪثريتي فرقي کي ڪو به حق نه آهي ته اهو پاڻ کي ٻين تي بالادست بڻائي، تعداد جي طاقت. يا تلوار جي قوت. حق جي قوت نٿي ٿي سگهي. حق ئي اڪيلو هڪ سچي سگهه آهي، پوءِ ڪٿي ظاهري حالتن جي صورت کهڙي به هُجي.

(هريجن -10 آگسٽ 1947)

## ڳئُو ڪشي بند ڪرڻ جا قانون:

هندو ڌرم ۽ هندستان جي اقتصاديات ۾ ڳئُو جو جيڪو مقام آهي، اُنهيءَ جي متعلق نهايت گهڻي اڻ ڇاڻائي پکيڙيل آهي. تنهن کان سواءِ هن وقت جڏهن تہ هندستان آزاد ٿي ويو آهي. ۽ اُنهيءَ جا ٻہ ٽڪر ڪياويا آهن، تڏهن هن قابلِ قبول مفروضي کي هٿي پهچائي وڃي ٿي، تہ هاڻي هڪ حصو مسلم هندستان ٿي ويو ۽ ٻيو هندو هندستان – "سيني وهمن وانگر اهو مسلم ۽ هندو هندستان جو مفروضو بہ دير ۾ ختم ٿيندو." حقيقت.اها آهي تہ انڊين يونين ۽ پاڪستان ٻئي، هر اُنهيءَ شخص جو وطن آهن، جيڪو پنهنجو پاڻ کي سواءِ ڪنهن مذهب و نسل، ڪنهن هڪ مادر وطن جو شهري ڪوٺي – "تنهن هوندي بہ ڪوڙ سارا وڏ – سُرا، هندو انهيءَ وهم جو يقين ڪرڻ لڳا آهن تہ يونين هندوئن جو ملڪ آهي، ۽ انهيءَ لاءِ ڪين غير هندوئن تي بہ پنهنجن عقيدن کي قانون جي ذريعي لاڳو ڪرڻ گهرجي: اِنهيءَ ڪري هڪ جذباتي لهر سڄي ملڪ ۾ ڊوڙي رهي آهي تہ جيئن يونين ۾ ڳئُو ڪشي بند ڪرڻ جي لاءِ قانون قاعدا ناهيا وڃن.." شروع ٿي ۾ اسان کي اِها ڳالهہ سمجهي وٺڻ گُهرجي، تہ مذهبي حيثيت سان ڳانءِ جي پوڄا گهڻي قدر مارواڙ، گُجرات ۽ صوبي گڏيل ٻيهار تائين محدود آهي. مارواڙي ۽ گُجراتي جيڪي تمام گهڻا هوشيار ۽ ڪاروباري ماڻهو آهن، تن سيني کان گهڻو شور مچايو. ڪاش! هُو پنهنجي ڪاروباري قابليت کي هندستان جي ڍورن جي حفاظت جي مشڪل سوال کي حل ڪرڻ ۾ صرف ڪن ها. "صاف طور اِهو غلط طريقو آهي تہ ڪو شخص پنهنجن مذهبي معاملن کي قانون جي ذريعي اُنهن ماڻهن تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، جيڪي مذهب ۾ هن جا شريڪ نہ آهن."

(هريجن -31 آگسٽ 1947ع)

## جهالت:

جواب جي سگهه ساربندڙ هندوئن جي هڪ وڏي تعداد، انهيءَ وهم تي يقين ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي، ته يونين هُندوئن جي آهي؛ ۽ انهيءَ لاءِ اُنهن کي گُهرجي ته هُو پنهنجن اعتقادن کي قانون ذريعي غير هندوئن تي به لاڳو ڪري ڇڏين. هن طرح سڄي ملڪ ۾ هڪ جذباتي لهر ڊوڙي ويئي ته جيئن يونين ۾ ڳئو ڪشي بند ڪرائڻ جي لاءِ قانون ناهيا وڃن..... اسان کي سڀ کان اول اها ڳالهه سمجهي وٺڻ گُهرجي ته ڳانءِ جي پُوڄا مذهبي رنگ ۾ گهٽي قدر مارواڙ، متحده صوبي، گجرات ۽ بيهار تائين محدود آهي. مارواڙي ۽ گُجراتي وڏا چُست - چالاڪ ڪاروباري ماڻهو آهن. اُنهن هن معاملي ۾ شور ته گهڻو مچايو آهي، پر پنهنجي ڪاروباري ذهانت کي هندستان جي ڏورن جي حفاظت جي مشڪل سوال کي حل ڪرڻ لاءِ استعمال نه ڪيو آهي. ظاهر آهي ته قانونن اها ڳالهه بلڪل غلط آهي، ته ڪو شخص پنهنجين مذهبي رسمن کي اُنهن ماڻهن تي لاڳو ڪري، جيڪي هُن جي مذهب ۾ شريڪ نه آهن.... جتي اهنسا هُوندي آهي اُتي غير محدود صبر، باطني سڪون، ساڃاهه جي سگهه، قرباني ۽ صحيح علم پيدا ٿئي ٿو. اهنسا جي نالي تي خود هندو، بجاءِ سيوا ڪرڻ جي، ڳانءِ جي لاءِ تباهي آڻيندڙ بڻجي ويا آهن. انهيءَ جهالت کي دور ڪرڻ، هندستان مان ڌاري حڪومت کي ختم ڪرڻ کان به وڌيڪ ڏکيو آهي.

(هريجن- 31 آگست 1947ع)

## الله اڪبر:

اهو نعرو (الله اڪبر) غالباً اهڙو آهي: جنهن کان وڌيڪ شاندار نعرو اڃا تائين ڪنهن به دنيا ۾ ايجاد نه ڪيو آهي. اهو هڪ روح کي

تڙپائي ـ بـدڙ نعرو آهي، جنهن جي معنيٰ اها آهي تہ صرف خدا ئي وڏو آهي. انهيءَ جي مفهوم ۾ هڪ عظمت آهي. ڇا اهو انهيءَ ڪري اعتراض جي قابل ٿي ويو، جو اُهو عربي ٻوليءَ ۾ آهي. آءٌ مڃيان ٿو تہ هندستان ۾ انهيءَ جا ذهني سياءَ Associations اعتراض جي قابل آهن، جن ڪوڙ ڀيرا هندوئن کي خوفزده ڪيو آهي؛ جڏهن تہ مسلمان مسجدن مان ڪاوڙ جي حالت ۾ اهو نعرو هڻندي ٻاهر نڪرندا آهن، ۽ هندوئن تي حملو ڪندا آهن. پر اِنهيءَ جو اصلي مفهوم هر گز اِئين نہ آهي ۽ جيسنائين مون کي معلوم آهي، دنيا جي ٻين حصن ۾ اِهو نعرو اِنهيءَ ريت استعمال بہ نٿو ڪيو وڃي. تنهنڪري، جيڪڏهن ٻنهيءَ ۾ پائيدار دوستي قائم ٿئي ٿي، تہ هندوئن کي بہ مسلمانن جي هن نعري ۾ شريڪ ٿيڻ ۾ ڪو بہ حجاب نہ ڪرڻ گهرجي. خدا ڪوڙ سارن نالن سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو ۽ ساڻس ڪوڙ ساريون خاصيتون منسوب ڪيون وڃن ٿيون. داتا، رحيم، ڪرشنا، ڪريم سڀ ئي اُنهيءَ خدا جا نالا آهن. ست سري اڪال بہ اوترو ئي اثرائتو نعرو آهي. ڇا ڪنهن هڪ مسلمان يا هندوءَ کي اهو نعرو لڳائڻ ۾ حجاب ڪرڻ گهرجي؟ اِنهيءَ جو مطلب اهو آهي تہ صرف خدا ئي آهي. ٻيو ڪُجهہ بہ نہ آهي؛ رام دهن جي خصوصيت بہ اها ئي آهي.

(هريجن-31 آگسٽ 1947ع)

## مزور- پورهيت:

مون کي اُميد آهي تہ هندو مسلمان پورهيتن جي وچ ۾ ڪو بہ فرق نہ پوندو. اُهي سڀئي مزور آهن، جيڪڏهن فرقي واريت جو زهر پورهيتن جي صفن ۾ بہ داخل ٿيو، تہ پورهيت پنهنجي پيشي کي، ۽ ان سان خود پنهنجي پاڻ کي ۽ پنهنجي ملڪ کي بہ ڪمزور ڪري ڇڏيندا.

(هريجن- 9 سيپٽمبر1947ع)

## ڏيوالپڻي جو اعلان:

چا يونين جا وزير پنهنجي ڏيوالپڻي جو اعلان ڪري ڇڏيندا. ۽ بي شرميءَ سان دنيا جي سامهون تسليم ڪري وٺندا ته دهليءَ جا ماڻهو يا شرنارٿي خوشيءَ سان ۽ رضا منديءَ سان قانوني حڪومت جي تعميل نه ڪندا. آءٌ ته چاهيان ٿو ته وزير بجاءِ جهڪڻ جي، ماڻهن کي اُنهن جي پاڳل پڻي کان بچائڻ ۾ پاڻ ئي کي ختم ڪري ڇڏين.

"D.D. Delhi Diary" (9 سيپٽمبر 1947ع)

## ميو (ميواتي / ميوات شهر جو رهندڙ):

آءٌ ڄاڻان ٿو ته ميو نهايت سولائيءَ سان مشتعل ٿي وڃن ٿا، ۽ جهڳڙو پيدا ڪري سگهن ٿا؛ پر اِنهيءَ جو علاج هرگز اِهو نه آهي ته اِنهن کي مارڪٽ ڪري، ڀڄي ڪري پاڪستان موڪلي ڇڏجي. بلڪ علاج اهو آهي ته اُنهن سان اهڙو ئي ورتاءُ ڪيو وڃي، جيڪو اهڙن انسانن سان ڪيو ويندو آهي - جيڪي ٻين مرضن وانگر پنهنجين ڪمزورين جو به علاج چاهين ٿا.

(D.D. 9 سيپٽمبر)

## خدا ڳي وحدانيت:

هڪ وقت هو جڏهن نانڪا صاحب ۾ مون کي سکن جو سچو دوست مڃيو ويو هو. گرو نانڪ ڪڏهن به مسلمانن ۽ هندوئن جي وچ ۾ فرق نه ڪيو. هن جي نظر ۾ سموري انسانيت هڪ ئي هُئي. اهڙو ئي منهنجو سناتن هندو ڌرم آهي. نهيءَ حيثيت سان آءٌ به مسلمان هجڻ جي دعويٰ ڪريان ٿو. آءٌ خدا جي وحدانيت ۽ اُنهيءَ جي سيني

ڪي پناه ڏيڻ واري فوت جي متعلق. مسلمانن جي شاندار دعا ڪي ڏينهن ۽ رات پڙهندو آهيان.

( 9 سيپٽمبر 1947ع D. D.)

## هڪ پوڙهي ماڻهوءَ جي ڳالھ ٻڌو:

مون کي افسوس آهي تہ دهليءَ ۾، يا هندستان جي ڪنهن حصي ۾ بہ مسلمانن جون حياتيون خطري ۾ هُجن. اهو هڪ وڏو الميو آهي. آئون التجا ڪريان ٿو تہ هڪ پوڙهي ماڻهوءَ جي ڳالھ ٻُڌو، جيڪو پنهنجيءَ ڊگهيءَ زندگيءَ ۾ گهڻو ڪُجھ تجربو حاصل ڪري چُڪو آهي. مون کي انهيءَ ڳالھ جو پورو يقين آهي تہ بديءَ جي جواب ۾ بدي ڪرڻ سان، ڪنهن بہ منزل جو رستو نٿو ملي. نيڪيءَ جي جواب ۾ نيڪي ڪرڻ بہ ڪا وڏي خوبي نہ آهي: سچو طريقو اهو آهي تہ بديءَ جي جواب ۾ نيڪي ڪئي وڃي.

( 12 سيپٽمبر 1947ع D.D)

## هندستان جو نالو گپ چڪ ۾:

ڪاوڙ مان ڪو سُٺو نتيجو حاصل نٿو ٿي سگهي. ڪاوڙ ئي مان انتقام جو جذبو پيدا ٿئي ٿو، ۽ انتقام جي جذبي جو نتيجو اڄ اُهي سيئي خوفناڪ واقعا آهن. جيڪي هتي ۽ ٻين مقامن تي پيش آيا آهن. مسلمانن کي دهليءَ جي واقعن جو انتقام وٺڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو، ۽ هندوئن ۽ سکن کي ڇا ملندو جيڪڏهن اُهي هتي اُنهن جي بي رحم ظلمن جو انتقام وٺندا. جيڪي سرحد ۽ مغربي پنجاب ۾ اُنهن جي هم مذهبن تي ڪيا ويا اهن؟ جيڪڏهن هڪ ماڻهو يا ماڻهن جي ڪا جماعت پاڳل ٿي وڃي، تہ ڇا هر شخص کي اُنهيءَ جي پئيرائي ڪرڻ

گهرجي؟ مان هندوئن ۽ سکن کي خبردار کريان ٿو تہ قتل ڪرڻ، ڦرڻ ۽ باهيون لڳائڻ سان هُو پنهنجن مذهبن کي برباد ڪري رهيا آهن. منهنجي دعويٰ آهي تہ مون مذهبن جو مطالعو ڪيو آهي، ۽ آءٌ ڄاڻان ٿو تہ ڪو بہ مذهب ديوانگي ۽ حيوانيت نٿو سيکاري. انهيءَ ڪان اسلام بہ اُجو نہ آهي... ائين نہ ٿئي جو ايندڙ نسل چون تہ اسان آزاديءَ جي مٺي ماني وڃائي ڇڏي. چاڪاڻ جو اسان انهيءَ کي هضم نٿي ڪري سگهياسين. ياد رکو تہ جيڪڏهن اسان انهيءَ ديوانگيءَ کي نہ روڪيو، تہ دنيا جي نظر ۾ هندستان جو نالو گُپ چڪ ۾ ناپاڪ ٿيندو.

(D.D. 12 سپٽمبر 1947ع)

## ڪنهن کي ڇا ڪرڻ گهرجي:

مسلمانن کي فخر ڪرڻ گُهرجي تہ هُو انڊين يونين جا باشندا آهن. اُنهن کي ٽہ رنگي جهنڊي کي سلام ڪرڻ گُهرجي. جيڪڏهن هُو پنهنجي مذهب سان وفادار رهندا تہ ڪو بہ هندو اُنهن جو دشمن نٿو ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح هندوئن ۽ سکن کي گُهرجي تہ هُو پنهنجي وچ ۾ امن پسند مسلمانن کي خوش آمديد چون. مون کي چيو ويو آهي تہ هتي مسلمانن وٽ هٿيار آهن. اُنهن کي گُهرجي تہ هُو پنهنجا هٿيار فورن حڪومت جي حوالي ڪري ڇڏين، ۽ حڪومت کي بہ گُهرجي تہ اُنهن جي خلاف ڪا بہ ڪارروائي نہ ڪري. هندوئن ۽ سکن کي بہ ائين ئي ڪرڻ گُهرجي.

(D.D 12 سيپٽمبر 1947ع)

## ڇا اهي پاڳل ٿي ويا آهن:

منهنجي خاموشي هڪ برڪت ثابت ٿي. اُنهيءَ مون کي پنهنجي

اندر ۾ ڏسڻ تي مجبور ڪيو. ڇا دهليءَ جا شهري پاڳل ٿي ويا آهن؟ ڇا انهن ۾ رتيءَ جيتري به انسانيت باقي نه آهي؟ ڇا ملڪ ۽ اُنهيءَ جي آزاديءَ جو پريم اُنهن جي جذبن کي اپيل نٿو ڪري؟ مون کي معاف ڪيو وڃي جيڪڏهن آئون اول هندوئن ۽ سکن تي الزام هڻان. ڇا انهن ۾ ايتري به مردانگي نه آهي جو هُو نفرت جي هن سيلاب کي روڪي سگهن؟ آءٌ دهليءَ جي مسلمانن تي زور ڏيندس ته هُو پنهنجي دل مان خوف ڪڍي ڇڏين، خدا تي ڀروسو ڪن ۽ جيترا هٿيار اُنهن وٽ موجود آهن، جن جي متعلق هندو ۽ سک سمجهن ٿا ته اُنهن لڪائي رکيا آهن: اُنهن کي ظاهر ڪري ڇڏين. انهيءَ جي معنيٰ اها نه آهي ته هندوئن ۽ سکن وٽ به هٿيار نه آهن، فرق ڇڙو گهٽ ۽ وڌ جو آهي. اقليت يا ته خدا ۽ اُنهيءَ جي ناهيل قانون تي ڀروسو ڪري (ته اُنهيءَ جي مدد سان هُو صحيح ڪم ڪندا) يا وري پنهنجن هٿيارن تي ڀروسو ڪري، ته اُنهن سان هُو اهڙن ماڻهن جي مقابلي ۾ پنهنجي حفاظت ڪندا، جن تي هُو ڀروسو نٿا ڪري سگهن.

(15 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

## انصاف:

جيڪو به انصاف گُهري ٿو، تنهن کي پاڻ به انصاف ڪرڻ گُهرجي. هُن جا هٿ پاڪ هجڻ گُهرجن. هندوئن ۽ سکن کي گُهرجي ته هُو صحيح قدم کڻن، ۽ اُنهن مسلمانن کي، جيڪي پنهنجن گهرن مان ڌڪيا ويا آهن، واپس اچڻ جي دعوت ڏين. جيڪڏهن هُو اهو مرداڻو قدم کڻندا . جيڪو هر نقطئہ نظر کان ساراهہ جوڳو هوندو، ته هُو شرنارٿين جي مسئلي کي گهڻو آسان ڪري ڇڏيندا..... هُو دهليءَ ۽ هندستان کي بي عزتيءَ ۽ برباديءَ کان بچائي وٺندا.

(15 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

## پاپ سونيءَ ساهميءَ ۾:

هڪ طرف تہ اها ڳالهہ صحيح آهي تہ پاڪستان ۾ اقليتن، سکن ۽ هندوئن سان نهايت خراب ورتاءُ ڪيو ويو. پر ٻئي طرف اها ڳالهہ بہ يڪسان صحيح آهي تہ مشرقي پنجاب بہ پنهنجي اقليت، يعني مسلمانن سان گھڻو خراب ورتاءُ ڪيو. پاپ ڪي سونيءَ ساهميءَ ۾ نٿو توري سگھجي. مون وٽ ٻنهيءَ جي ڏوهن ڪي ماپڻ جي لاءِ انگن ۽ اکرن جو مواد موجود نہ آهي، پر اهو ڄاڻي وٺڻ يقينا ڪافي آهي تہ ٻئي ڌريون ڏوهي آهن.

(17 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

## خدا مون ڪي دنيا مان ڪڍي وٺي:

آئون پاڻ ڪي انهيءَ دليل سان منسوب نٿو ڪري سگھان تہ جيئن تہ پاڪستان سيني غير ملڪين ڪي ڪڍي رهيو آهي، انهيءَ ڪري هندستان ڪي گُهرجي تہ هُو بہ سموري مسلمان آباديءَ ڪي پاڪستان ۾ موڪلي ڏي، بہ غلطيون گڏجي بہ صحيح ثابت نٿيون ٿي سگھن... منهنجي هن دُعا ۾ شرڪت ڪريو تہ خدا، يا تہ منهنجي سپني ڪي (هندو مسلم اتحاد جي متعلق) پورو ڪري، يا مون ڪي دنيا مان ڪڍي وٺي، ۽ هِن خوفناڪ الميي ڪي ڏسڻ کان بچائي وٺي، تہ هندستان جي هڪ حصي ۾ صرف مسلمان آباد هُجن، ۽ ٻئي ۾ صرف هندو.

(17 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

## قرآن:

منهنجي لاءِ قرآن ڪي پڙهيو وڃڻ، پرارٿنا جو لازمي حصو آهي.

(17 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

### ڏپ:

اڄ هندو ۽ سک دهليءَ جي مسلمانن کي خوفزده ڪري رهيا آهن. جيڪي ماڻهو خود ڏپ کان ازاد ٿيڻ چاهين ٿا، اُنهن کي گُهرجي ته اُهي ٻين جي دلين ۾ ڏپ پيدا نه ڪن.

(20 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

### آئون خدا کي پُڪاريان ٿو:

آءٌ حيران ٿيان ٿو ته ڇو اُهي ماڻهو، جيڪي پاڻرن وانگر گڏ رهندا هُئا، اُهي ماڻهو جن جو رت جليانواله باغ ۾ گڏ وهيو هو، اڄ هڪ ٻئي جا دشمن ٿي پيا! جيستائين منهنجي جسم ۾ ساه آهي مان ته اهو ئي چوندو رهندس، ته ائين نه ٿيڻ گُهرجي. آءٌ پنهنجي دل جي درد ۽ ڪرب ۾ هر ڏينهن خدا کي پُڪاريندو آهيان ته هُو امن عطا ڪري. اهو امن جيڪڏهن پيدا نه ٿيو، ته آءٌ خدا کان دُعا گُهرندس ته مون کي ڪڻي وٺي.

(20 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

### اِنهيءَ الزام جي ترديد ڪندس:

ڪن ماڻهن مون کي چيو آهي ته انڊين يونين ۾ هر مسلمان پاڪستان جو ،فادار آهي نه ڪي هندستان جو. آءٌ اِنهيءَ تهمت جي ترديد ڪندس. ڪوڙ سارن مسلمانن هڪ ٻئي پويان مون وٽ اچي، مون کي اِنهيءَ جي ابتڙ چيو آهي. بهرصورت هتي جي اڪثريت کي اقليت کان ڊپائڻو نه ٿيڻ گُهرجي. هندستان جي ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ ساڍا چار ڪروڙ مسلمان پکڙيل آهن. ڳوٺن جا مسلمان غريب آهن ۽ ڪنهن کي به نقصان پهچائڻ وارا نه آهن: جهڙيءَ طرح سيوا گرام جي ڳوٺاڻن

مسلمانن جي حالت آهي. اُنهن جو پاڪستان سان ڪو به واسطو نہ آهي. غدار مسلمان جيڪڏهن ڪجهہ آهن تہ اُنهن جو علاج هر وقت قانون سان ڪري سگهجي ٿو.... بهرحال آءٌ تہ سکن ۽ هندوئن کي اپيل ڪريان ٿو تہ هُو مسلمانن جو ڊپ دل مان ڪڍي ڇڏين. انهن سان پنهنجي ورتاءَ ۾ مهرباني ظاهر ڪن. اُنهن کي واپس اچي پنهنجن گهرن ۾ آباد ٿيڻ جي دعوت ڏين؛ ۽ اُنهن کي ڏکن کان بچائڻ جو وعدو ڪن. مون کي يقين آهي تہ هن طرح سان اُنهن کي پاڪستان جي مسلمانن کان. ايستائين جو سرحد جي قبائلين کان بہ سُنو جواب ملندو. هندستان جي لاءِ امن ۽ زندگيءَ جو صرف اهو ئي طريقو آهي. هر مسلمان کي هندستان مان ڪڍي ڇڏڻ. ۽ هر هندو ۽ سک کي پاڪستان مان خارج ڪري ڇڏڻ. صرف اها ئي معنيٰ رکي ٿو تہ لڙائي ٿئي، ۽ ملڪ هميشه جي لاءِ برباد ٿي وڃي. جيڪڏهن ٻنهي مملڪتن ۾ خودڪشيءَ جي اها ئي پاليسي اختيار ڪئي ويئي تہ پاڪستان ۽ هندو يونين ۾ انهيءَ جو نتيجو، اسلام ۽ هندو ڌرم جي بربادي ٿيندو. نيڪي ئي سان نيڪي پيدا ٿئي ٿي. محبت سان ئي محبت حاصل ٿئي ٿي. رهيو انتقام جو سوال، سو انسان جو فرض آهي تہ بداعمال/ بدڪردار کي خدا جي حوالي ڪري ڇڏجي. مون کي ڪو ٻيو رستو معلوم نہ آهي.

(20 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

## منهنجي لاءِ ڪا بہ فتح نہ آهي:

هندو "مهاتما گانڌي جي جئي" پڪاري منهنجو سواگت (آڌر ڀاءُ) ڪن ٿا. پر هُو اهو نٿا ڄاڻن تہ اڄ منهنجي لاءِ ڪا بہ فتح نہ آهي، ۽ نہ ئي آءٌ جيئرو رهڻ چاهيان ٿو. جيڪڏهن هندو، مسلمان ۽ سک پاڻ ۾ امن سان گڏ جيئرا نٿا رهي سگهن. آءٌ انتهائي ڪوشش ڪري رهيو

آهيان ته انهيءَ حق جي ڳالهه کي اُنهن جي دلين ۾ داخل ڪريان. ته طاقت، اتحاد ۾ ئي آهي ۽ نا اتفاقيءَ ۾ ڪمزوري آهي. جهڙيءَ طرح هڪ وڻ، جيڪو ڦل نٿو ڏئي اُهو سوڪهڙي جي بيماريءَ سببان سڪي وڃي ٿو. تهڙيءَ طرح منهنجو جسم به بيڪار هُوندو. جيڪڏهن منهنجي خدمت گُهربل ڦل نه پيدا ڪري. مون اُنهن (مسلمانن) کي مشورو ڏنو آهي ته هُو پنهنجن گهرن ۾ وينا رهن، پوءِ ڪٽي اُنهن کي اُنهن جا هندو پاڙيسريءَ ڪيترو به ستائين؛ ايتري قدر جو ماري ڇڏين. جيڪڏهن اُنهن ۾ ايترو عقل نه آهي ته پوءِ موت کان بچڻ جي لاءِ هُو جيڏانهن چاهين هليا وڃن. جيڪڏهين هُو منهنجي مشوري تي عمل ڪندا، ته هُو اسلام ۽ هندستان ٻنهيءَ جي خدمت ڪندا. اُهي هندو ۽ سک، جيڪي اُنهن کي ستائين ٿا، پنهنجن مذهبن کي رُسوا ڪن ٿا ۽ هندستان کي ناقابل تلافي ڇيهو پهچائين ٿا. اهو سمجهڻ قطعي طور ديوانگي آهي ته سادا چار ڪروڙ مسلمان بلڪل مٽائي سگهجن ٿا، يا پاڪستان ۾ ڌڪيلي سگهجن ٿا... جيڪڏهن حڪومت ۾ ايتري قوت نه آهي، يعني جيڪڏهن اهلِ ملڪ حڪومت کي صحيح ڪم ڪرڻ نٿا ڏين، ته آءٌ حڪومت کي مشورو ڏيندس ته هُوءَ انهن ماڻهن جي حق ۾ استعيفا ڏئي ڇڏي، جيڪي سيني مسلمانن کي قتل ڪري ڇڏڻ، ۽ ڪڏهن ڇڏڻ جي پاڳلاڻي ارادي کي پورو ڪرڻ گُهرن ٿا. اِهو مشورو قومي خودڪشي ۽ هندو ڌرم کي پاڙ کان اُکيڙي ڇڏڻ جو مشورو آهي. مون هڪ اخبار ۾ سنجيدگيءَ سان اِها تجويز پيش ٿيندي ڏٺي آهي، ۽ آءٌ حيران آهيان ته ڪنهن اهڙي اخبار جو وجود به آزاد هندستان ۾ رهي سگهي ٿو.

(21 سيپٽمبر 1947ع D.D.)

## اڪثريت جو عمل بزدلانه:

مون کي نه ڇئو، جهڙوڪ اڪثر مون کي چيو ويو آهي. ته آهي

سمور (فساد) مسلم ليگ جي بداعماليءَ جي سببان ٿيا. جيڪڏهن انهيءَ بيان جي سچائيءَ کي مڃي به ڪٽي ونجي، تڏهن به ڇا اسان جي رواداري ايتري قدر ڪمزور شئي آهي، جو اُها ڪنهن معمولي دٻاء سان دٻجي سگهي ٿي؟ شائستگي ۽ رواداريءَ جي ڪُجهه قيمت تڏهن ئي ٿئي ٿي، جڏهن هُوءَ سخت کان سخت دٻاءَ جو مقابلو ڪري سگهي. جيڪڏهن اسان اهڙي رواداريءَ کي نڀائي نه سگهون ته اُهو ڏينهن هندستان جي لاءِ نهايت غمگين ڏينهن هُوندو. پنهنجي اعتراض ڪندڙن جي لاءِ (جيڪي گهڻا آهن) اسان کي اِنهيءَ ڳالهه جو چوڻ سولو نه ڪري ڇڏڻ گُهرجي، ته اسان آزاديءَ جي قابل ئي نه هُئاسين.

يقيناً اڪثريت جو عمل بزدلانه ڇئبو جو اها اقليت کي قتل ڪري، يا ملڪ کان ٻاهر نيڪالي ڏيئي ڇڏي: صرف انهيءَ ڊپ کان ته اقليت جا ماڻهو غداري ڪندا. اقليت جي حقن جو مڪمل احتياط سان لحاظ رکڻ، اڪثريت جي شان ۽ مان وٽان آهي. انهن حقن کان بي پرواهي، اڪثريت کي ننوليءَ جو نشانو بڻائي ڇڏيندي.

(D.D. 22 سيپٽمبر 1947ع)

## مون کي آرام نه ايندو:

آءٌ جهڙيءَ طرح مسلمانن جو دوست آهيان، تهڙيءَ طرح هندوئن جو به. مون کي ايستائين آرام نه ايندو جيستائين يونين جو هر مسلمان جيڪو يونين جي وفادار شهريءَ وانگر رهڻ گُهري ٿو، پنهنجي وطن واپس نه اچي ويندو: ۽ هتي امن و امان سان نه رهي سگهندو... آءٌ تحريڪ خلافت جي زماني جي اتحاد کي ڪڏهن به نه وساري سگهيو آهيان. اُهو اتحاد قائم نه رهيو، پر اُنهيءَ ڏيکاري ڇڏيو ته هندو مسلمانن ۾ هڪ پائيدار دوستي ممڪن آهي، اهو ئي مقصد آهي جنهن جي لاءِ آءٌ جيئرو آهيان ۽ مون محنت ڪئي آهي. جيڪڏهن آءٌ اڪيلو، هڪ

ٿي ماڻهو اهڙا ڳالهه چوڻ وارو رهجي وڃان. تڏهن ٻه آءٌ مسلمانن کي اهو مشورو نٿو ڏيئي سگهان نه هُو پنهنجي وطن کي ڇڏي ڏين. جيڪڏهن هُو امن پسند، قانون جي پوئواري ڪندڙ. ايماندار ۽ وفادار شهرين وانگر هندستان ۾ رهندا. ته ڪو به اُنهن جو ڪُجهه به نٿو بگاڙي سگهي. آءٌ حڪومت نه اهيان. پر منهنجو ڪُجهه اثر اُنهن ماڻهن تي آهي جيڪي حڪومت ۾ آهن. اهي ماڻهو ائين نٿا سمجهن ته هندوستان ۾ مسلمانن جي جڳهه نه آهي. يا اِهو ته جيڪڏهن مسلمان هتي رهڻ چاهين ٿا ته اُنهن کي هندوئن جو غلام ٿي ڪري رهڻو پوندو. ڪن ماڻهن چيو آهي ته سردار پٽيل مسلمانن جي پاڪستان هليو وڃڻ جي تائيد ڪري ٿو. سردار کي اهو بدي ڪري رنج ٿيو. پر هُن مون کي چيو ته وٽس اِهڙي شڪ ڪرڻ جا سبب آهن. ته هندستان جي مسلمانن جي هڪ وڏي اڪثريت هندستان جي وفادار نه آهي. اهڙن ماڻهن جي لاءِ پاڪستان هليو وڃڻ ٿي بهتر آهي. پر سردار پنهنجي اِنهيءَ شڪ سان پنهنجي عمل کي متاثر ٿيڻ نه ڏنو. مون کي يقين آهي ته انهن مسلمانن جي لاءِ جيڪي يونين ۾ رهڻ چاهين، سڀ کان وڌيڪ يونين سان وفاداري ضروري آهي، ۽ اُنهن کي پنهنجي ملڪ جي لاءِ سڄي دنيا سان وڙهڻ جي لاءِ تيار رهڻ گُهرجي. جيڪي ماڻهو پاڪستان وڃڻ گُهرن ٿا اُهي وڃڻ جي لاءِ آزاد آهن. پر آئون اِهو نٿو چاهيان ته هڪ مسلمان به هندو يا سکن جي دپ کان وڃي. دهليءَ جي مسلمانن مون کي هڪ تحريري اعلان جي ذريعي يقين ڏياريو آهي، ته اهي يونين جا وفادار شهري آهن. آئون ساڳيءَ طرح اُنهن جي ڳالهه جو يقين ڪندس، جهڙيءَ طرح آئون چاهيان ٿو ته ٻيا منهنجي ڳالهه جو يقين ڪن. انهيءَ حالت ۾ حڪومت جو فرض آهي ته هُوءَ اُنهن جي حفاظت ڪري...

(هريجن 28 سيپٽمبر 1947ع .D.D)

## پنهنجي جون هڏيون پڇي پونديون:

هُو هڪ ٻئي جي بدي، جي طريقن جي پيروي ڪري، انصاف حاصل نٿا ڪرائي سگهن. جيڪڏهن ٻه شخص گهوڙن تي سوار ٿي وڃن ٿا، ۽ اُنهن مان هڪ ڪري ٿو پوي، ته ڇا ٻيو اُنهي، جي پيروي ڪري؟ انهي، جو نتيجو سواءِ اُنهي، جي ٻيو ٻه ڪهڙو نڪرندو ته پنهي، جون هڏيون پڇي پونديون. فرض ڪريو ته مسلمان يونين جا وفادار نه ٻڻجن، نه هُو پنهنجا هٿيار حوالي ڪن، ته ڇا توهان ماڻهو انهي، سبب ڪان معصوم انسانن، عورتن ۽ ٻارن جو عام ڪوس جاري رکندا. اهو ڪم ته حڪومت جو آهي ته هُو غدارن کي مناسب سزا ڏي. پر حيواني حرڪتون اختيار ڪري ٻنهي مملڪتن جي ماڻهن هندستان جي اُنهي، نيڪ نالي کي داغ لڳايو آهي، جيڪو هندستان دنيا ۾ پيدا ڪيو هو. هن طرح ته اهي ماڻهو غلامي ۽ پنهنجي عظيم الشان مذهبن جي بربادي، جو سودو ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن هُو اِهو ٿي ڪرڻ گهرن ٿا ته ائين ڪرڻ جي لاءِ اهي آزاد آهن. پر مون جنهن هندستان جي آزادي، جي لاءِ پنهنجي حياتي، جي بازي لڳائي ڇڏي هُئي، اهڙي بربادي، جو تماشائي، ٻڻجي ڪري جيئرو رهڻ نٿو گُهران. آئون ته پنهنجي هر ساهه سان گڏ خدا کان اها دعا گهران ٿو ته يا ته هُو مون کي ايتري طاقت عطا ڪري جو آئون انهن شعلن کي وسائي سگهان، يا هو مون کي هِن دنيا مان ڪڍي وٺي.

( 1 آڪٽوبر 1947ع .D. D )

## منهنجو عقل ڪم نٿو ڪري:

هڪ خبر ٻُڌي ويئي آهي ته ڪن مسلمان مسافرن کي جيڪي هڪ هلندڙ ٽرين - جيڪا نيني ڪان الہ اباد اچي رهي هُئي - مان

ڪيرائي ڇڏيو ويو آهي. منهنجو ته عقل ڪم نٿو ڪري ته اهڙن فعلن جو ڪو معقول سبب سمجهي سگهان. انهن عملن تي ته هر هندستانيءَ جو سر شرمندگيءَ وچان جهڪي پوڻ گهرجي.

(1 آڪٽوبر 1947ع .D. D)

## هڪ وقت اُهو هو:

هڪ وقت اُهو به هو، جو جيڪو ڪجهه آئون چوندو هئس، عوام اُنهيءَ جي پيروي ڪندا هُئا. پر اڄ منهنجو آواز صدابصحرا آهي. جيڪو ڪُجهه آءٌ عوام کان ٻُڌان ٿو، اُهو اهو آهي ته هو مسلمانن کي انڊين يونين ۾ نه ترسڻ ڏيندا. جيڪڏهن اڄ اهو آواز هندستاني مسلمانن جي خلاف اُٿي ٿو، ته سُڀاڻي پارسين، عيسائين ۽ يورپين ماڻهن جو به ڪهڙو حشر ٿيڻ وارو آهي. ڪوڙ سارا دوست اها اميد ڪن ٿا ته آءٌ 125 ورهين جي عمر تائين جيئرو رهندس، پر 125 سال ته ڇا، مون ۾ هاڻي جيئري رهڻ جي خواهش ئي باقي نه آهي... جيڪڏهن نفرت ۽ رتو ڇاڻ جي فضا قائم رهي ته آءٌ نه جيئرو ئي نٿو رهي سگهان.

(هريجن 2 آڪٽوبر 1947ع)

## برائيءَ جو چڪر:

انتقام ۽ بدلي وٺڻ جي اسپرٽ ته هڪ برائيءَ جو چڪر ناهي ڇڏيو آهي. ۽ اُهو اسپرٽ ڏينهون ڏينهن تعداد ۾ گهڻن ماڻهن تي مصيبت آڻي رهيو آهي. اڄ هندو مسلمان بي رحميءَ ۾ هڪ ٻئي تي گوءِ کڻي وڃڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. ايتري قدر جو عورتن، ٻارڙن ۽ ضعيفن تي به رحم نٿو ڪيو وڃي! مون هندستان جي آزاديءَ جي لاءِ گهڻي سخت محنت ڪئي هُئي. ۽ آءٌ خدا کان دُعا گُهرندو هئس ته مون کي 125 سالن تائين جيئرو رکي. ته جيئن آءٌ هندستان ۾

رام راڄ کي قائم ٿيندو ڏسي سگهان. يعني "زمين تي خدا جي سلطنت" - پر اڄ ته منهنجي سامهون اهڙو ڪو به امڪان نه آهي. ماڻهن قانون کي پنهنجن هٿن ۾ ڪٽي ورتو آهي ته ڇا آءٌ هن الميه جو بي يارو مددگار تماشائي ٿيندس؟ مون خدا کان دُعا گهري آهي ته يا ته هُو مون کي ايتري قوت ڏي جو آئون ماڻهن کي اُنهن جي غلطي سمجهائي سگهان. ۽ اُنهن جي اصلاح ڪرائي سگهان. يا ته وري خدا مون کي کڻي وڃي.. ڇا آزاديءَ جي معنيٰ تهذيب ۽ انسانيت جو موڪلائي وڃڻ آهي!؟

(هريجن 4 - آڪٽوبر 1947ع)

## منهنجي حياتي خدا جي هٿ ۾:

مون کي هڪ تار ملي آهي. جنهن ۾ لکيل آهي ته جيڪڏهن هندن ۽ سکن (مسلمانن جي مقابلي ۾) جوابي ڪارروائي نه ڪئي هُجي ها ته شايد آءٌ اڄ جيئرو به نه هُجان ها. آءٌ انهيءَ اشاري کي فضول سمجهان ٿو. منهنجي حياتي خدا جي هٿ ۾ آهي: جهڙيءَ طرح هر شخص جي... تار ۾ اهو چيو ويو آهي ته 98 سيڪڙو مسلمان غدار آهن. ۽ مناسب وقت تي پاڪستان جي حق ۾ (هندستان سان) غداري ڪندا. آءٌ انهيءَ ڳالهه جو يقين نٿو ڪريان. ڀوڻن جي مسلمان عوام غدار نٿي ٿي سگهي - ۽ فرض ڪري وٺو ته هُو ٿي وڃن. ته ايئن هُو اسلام کي برباد ڪري ڇڏيندا.

(هريجن 5 آڪٽوبر 1947ع)

## عقل جا جوهر:

نوهان کي انهيءَ ورتاءَ تي رنج ٿيڻ جو حق حاصل آهي. جيڪو پاڪستان ۾ هندوئن ۽ سکن سان روا رکيو ويو آهي. پر انهيءَ جي اها

معنيٰ نہ آهي تہ اسان قرآن جي پڙهي وجهڻ سبب رنجائتا ٿيون. گيتا، قرآن، انجيل، گرنٿ صاحب ۽ زنداوستا ۾ تہ عقل جا جوهر شامل آهن.
(هريجن -5 آڪٽوبر 1947ع)

## اسلام ۽ هندستان جي شيوا:

آءُ توهان کي (مسلمانن کي) مشورو ڏيان ٿو تہ پنهنجن گهرن ۾ وينا رهو. باوجود انهيءَ جي تہ توهان کي هندو پاڙيسري تنگ ڪن، يا ماري ٿي ڇڏين. جيڪڏهن توهان کي عقل نہ آهي تہ توهان موت کان بچڻ جي لاءِ ڀڄي وڃو. پر جيڪڏهن توهان منهنجي مشوري تي هلندا. تہ توهان اسلام ۽ هندستان ٻنهيءَ جي شيوا ڪري سگهندا. اُهي هندو ۽ سک، جيڪي توهان کي ستائيندا. اهي پنهنجي مذهب کي بدنام ڪندا ۽ هندستان کي ناقابل تلافي ڇيهو رسائيندا. "اهو سمجهڻ محض ديوانگي آهي تہ ساڍا چار ڪروڙن کي" مٿائي سگهجي ٿو. يا هتان کان ڪُڍي ڪري پاڪستان موڪلي سگهجي ٿو.. مون ڪڏهن بہ اهو نہ چاهيو تہ مسلمان شر نارٿين (مهاجرن) کي پوليس ۽ فوج جي ذريعي اُنهن جي گهرن ۾ نٿين سري سان آباد ڪرايو وڃي. پر آءُ اهو ضرورو مڃان ٿو تہ جڏهن هندوئن ۽ سکن جي ڪاوڙ جهيڻي ٿئي. تہ اهي پاڻ انهن مهاجرن کي عزت سان واپس پنهنجي گهرن آڻين. البت آءُ حڪومت کان اها توقع ضرور ڪريان ٿو. تہ هُو تارڪينِ وطن (جلاوطنن) جي گهرن کي چڱيءَ حالت ۾. اُنهن جي لاءِ محفوظ رکندي.
(هريجن -5 آڪٽوبر 1947ع)

## مون کي اِهو نہ جڻو:

"مون کي اهو نہ جڻو. جهڙيءَ طرح مون کي جيو ويو آهي تہ اهو سڀ مسلم ليگ جي بد اعماليءَ جو نتيجو آهي. جيڪڏهن انهيءَ ڳالهہ

ڪي صحيح به مڃي ورتو ويجي ته به چا اسان جي رواداري ايتري ڪمزور ۽ ڪوڪلي آهي. جو اها غير معمولي وزن سبب ڏبجي وڃي. شائستگي ۽ رواداريءَ جي قيمت ته اها ئي آهي. جو هو سخت کان سخت دٻاءُ کي به برداشت ڪري سگهي. جيڪڏهن ائين نتو ٿي سگهي ته اهو ڏينهن هندستان جي لاءِ افسوسناڪ هوندو. اسان تي نڪته چيني ڪندڙن جي لاءِ (جيڪي تمام گهڻا آهن) ڪتي اهو چوڻ سولو نه ٿي پوندي. ته اسان آزاديءَ جي قابل ئي نه هئاسين.. ڪروڙن انسانن جي هندستان سان محبت ڪرڻ واري جي حيثيت سان، منهنجي غرور کي انهيءَ ڳالهه سبب ڪاپاري ڌڪ لڳي ٿو. ته اسان جي روادار ۽ ڳنڍيل تهذيب پوريءَ طرح ۽ ازخود پنهنجي عمل ۾ ظاهر ٿئي ٿي.

(هريجن 5 آڪٽوبر 1947ع)

## بزدلاڻو عمل:

يقيناً اهو عمل بزدلانه آهي. ته اڪثريت صرف انهيءَ ڊپ کان اقليت کي تڪاليف ڏئي ڇڏي يا قتل ڪري ڇڏي. ته سڄي اقليت غداري ڪندي. اقليت جي حقن جو پورو پورو لحاظ اڪثريت جي شايان شان آهي. مانُ مريادا، وٽان آهي. انهن حقن کان بي پرواهي، ڪن - لاڳاپيل اڪثريت کي بي عزتيءَ جو نشانو بڻائي ٿي. پاڻ ئي مضبوط اعتماد ۽ بهادريءَ سان دشمن تي (جيڪو هٿ نوڪيو هُجي يا خفيه) ڀروسو، تحفظ جو بهترين طريقو آهي. انهيءَ لاءِ آءٌ حد درجه اصرار سان ڪڏ اپيل ڪريان ٿو. ته دهليءَ جا سڀئي هندو ۽ سک ۽ مسلمان، دوستاڻي احساس سان گڏ ياڪر پائين، ۽ باقي سموري هندستان، بلڪ سڄي ايشيا جي لاءِ هڪ شاندار مثال قائم ڪن.

(هريجن 5 - آڪٽوبر 1947ع)

## جيڪڏهن پاڻ ۾ وڙهندا:

جيڪڏهن ملڪ جا رهواسي قانون شڪن بڻجي پاڻ ۾ وڙهندا. ته اهي اهو ثابت ڪندا ته هو آزاديءَ کي هضم ڪرڻ جي قابل نه آهن. جيڪڏهن هڪ ڊومينين به پنهنجي جڳهه صحيح طريقي ڪار اختيار ڪندي. ته هوءَ ٻيءَ کي به ائين ئي ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندي. انهيءَ کي سڄي دنيا جي تائيد حاصل ٿيندي."بلاشڪ اسان اهو گوارا نه ڪنداسين، ته ڪانگريس جي تاريخ کي نئين سري سان لکون، ۽ يونين کي هندو ملڪ بڻائي ڇڏيون، جنهن ۾ ٻين مذهبن جي ماڻهن جي لاءِ ڪا به جڳهه نه هجي." مون کي اميد آهي ته اسان هن طرح پنهنجن اصولن جي خود ئي ترديد نه ڪنداسين.

(هريجن 5 - آڪٽوبر 1947ع)

## هڪ مهينو ڏهن ڏينهن جي عمر:

منهنجو مطلب اهو نه آهي ته انڊين يونين جي حڪومت. پاڪستان ۾ هندوئن ۽ سکن سان جيڪو ورتاءُ ٿي رهيو آهي انهيءَ کي نظر انداز ڪري. انهن ماڻهن کي بچائڻ جي لاءِ انتهائي ڪوشش ڪرڻ اُنهيءَ جو فرض آهي. پر پاڪستان جي عمل جو اهو جواب نه آهي ته يونين جي حڪومت مسلمانن کي نيڪالي ڏيئي ڇڏي، ۽ انهيءَ طرح پاڪستان جي طرز عمل جي تقليد ڪري.... اسان جي آزادي، هڪ مهيني ۽ ڏهن ڏينهن جي عمر جو هڪ ٻار آهي - جيڪڏهن اسان انتقام جي ديوانگيءَ کي جاري رکيو. ته اسان انهيءَ ٻار کي انهيءَ عمر ۾ ئي قتل ڪري ڇڏينداسين.

(هريجن -5 آڪٽوبر 1947ع)

## اڄ ڇو ڪمزور ٿي وياسين:

توهين بهادر ماڻهو آهيو. توهان هڪ زبردست برطانوي سلطنت جو مقابلو ڪري چُڪا آهيو. اڄ توهان ڇو ڪمزور ٿي پيا آهيو. بهادر ماڻهو خدا کان سواءِ ڪنهن کان بہ نٿا ڊڄن. جيڪڏهن مسلمان غدار ثابت ٿين تہ اُنهن جي غداري. خود اُنهن کي ماري ڇڏيندي. هر ملڪ ۾ غداري سڀ کان وڏو ڏوهہ آهي. ڪو بہ ملڪ پنهنجي اندر غدارن جو رهڻ گوارا نٿو ڪري. پر ماڻهن کي محض شڪ جي بنياد تي نيڪالي ڏيئي ڇڏڻ نهائيت ئي نامناسب حرڪت آهي.

(هريجن -5 آڪٽوبر 1947ع)

## اِنهيءَ ڏس ۾ بربادي آهي:

آءٌ تہ هندو راڄ ۾ شريڪ نٿو ٿي سگهان، ۽ نہ ئي سردار (سردار پٽيل) ٿي سگهي ٿو؛ جيڪو مسلمان دوستن جي مفادن جي تائيد ڪري ٿو... منهنجي هندو ڌرم مون کي سڀني مذهبن جو احترام ڪرڻ سيکاريو آهي. جيڪڏهن پنڊت جواهر لال ۽ سردار، اُنهن جهڙا خيال رکندڙ ماڻهو عوام جي اعتماد کان محروم ٿي ويا آهن، تہ اُنهن جي جڳهہ تي ڪنهن ٻيءَ جماعت کي برسر اقتدار ڪيو ويجي؛ جنهن تي ڀروسو ڪري سگهجي. پر مان اها توقع نٿو ڪري سگهان، نہ ئي مون کي ڪرڻ گُهرجي، تہ اهي ماڻهو پنهنجي ضمير جي خلاف عمل ڪندا. ۽ اِهو سمجهندا تہ هندستان صرف هندوئن جو آهي - اِنهيءَ ڏس ۾ بربادي آهي.

(7 آڪٽوبر 1947ع D.D.)

## ڪنهن جي خطا وڌيڪ آهي:

جيڪو ڪجهه پاڪستان ۾ ٿيو ۽ ٿي رهيو آهي. اُهو هجڻ تو ته اُهو تمام خراب آهي؛ پر جيڪو ڪجهه يونين ۾ ٿي رهيو آهي اُهو به ايترو ئي خراب آهي. انهيءَ تلاش مان ڪو به فائدو نه آهي ته ڪنهن اهو فساد شروع ڪيو. ۽ ڪنهن جي خطا گهٽي آهي. جيڪڏهن اهي ٻئي هاڻي دوست ٿيڻ گهرن ٿا ته اُنهن کي ماضيءَ کي وسري ڇڏڻ گهرجي. ڪالهه جا دشمن اڄ جا دوست ٿي سگهن ٿا. جيڪڏهن هو زبان ۽ عمل سان جوابي ڪارروائي ترڪ ڪري ڇڏين.

(8 آڪٽوبر 1947ع .D.D)

## ڪليل دل سان اعتراف:

حقيقي امن ڪهڙيءَ طرح قائم ٿي سگهي ٿو؟ توهان خوش ٿي رهيا هوندا ته دهليءَ ۾ بظاهر وري امن قائم ٿي ويو آهي؛ پر آءٌ انهيءَ اطمينان ۾ شريڪ نٿو ٿي سگهان. هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي کان آزرده ٿي ويا آهن. اگر ۾ به هُو ڪڏهن ڪڏهن وڙهندا رهندا هئا، پر هاڻي ته اُنهن جا احساس ايتري قدر تلخ ٿي چڪا آهن، جو اُهي اهو محسوس ڪن ٿا ته جهڙوڪر هُو هڪ ٻئي جا پراڻا دشمن آهن. آءٌ انهيءَ کي ڪمزوري چوان ٿو. توهان تي لازم آهي ته توهان انهيءَ ڪمزوريءَ کي ترڪ ڪري ڇڏيو؛ تڏهن ئي توهان ڪا وڏي قوت بڻجي سگهندا. توهان جي سامهون ٻه شيون آهن. اُنهن مان هڪ کي منتخب ڪرڻو آهي – يا ته توهان تمام وڏي فوجي طاقت بڻجي وڃو، يا جيڪڏهن توهان منهنجو طريقي ڪار اختيار ڪريو، ته توهان هڪ وڏي non-violent ۽ ناقابلِ فتح طاقت بڻجي سگهو ٿا. هر صورت ۾ پهريون شرط اهو آهي ته توهان پنهنجيءَ دل مان خوف ڪڍي ڇڏيو.

هڪ ٻئي جي ويجهو وڃڻ جو اڪيلو اهو ئي طريقو آهي. ته هر فريق ٻين جي غلطين کي وساري ڇڏي، ۽ خود پنهنجين غلطين کي magnify ڪري ڏسو. آءٌ پوري زور سان مسلمانن کي به اهو مشورو ڏيان ٿو. جيڪو مون هندوئن ۽ سکن کي ڏنو آهي. ڪالهه جا دشمن اڄ هڪ ٻئي جا دوست بڻجي سگهن ٿا. بشرطيڪ اُهي پنهنجي گُناهن جو کُليل دل سان اعتراف ڪري وٺن؛ بلڪ جواب ڏيڻ وارو مسلڪ دوستي پيدا ڪرڻ ۾ مدد نٿو ڪري سگهي.

(D.D. 14 آڪٽوبر 1947ع)

**شعلا:**

هاڻي اسان ڪهڙيءَ طرح انهن شعلن کي وسائي سگهون ٿا؟ آءٌ توهان کي ٻُڌائي چُڪو آهيان ته اِنهي ۽ جو طريقو صرف هڪ ئي آهي – توهان کي پنهنجي طرزِ عمل کي صحيح رکڻو آهي – اِنهيءَ ڳالهه تي ڌيان ڏيڻ بنا ته ٻيا ڇا ٿا ڪن. آءٌ پاڪستان ۾ سکن ۽ هندوئن جي مصيبت کان ناواقف نه آهيان، پر اُنهنْ کي ڇاڻي ڪري به آءٌ اُنهن کي نظر انداز ڪرڻ گُهران ٿو، نه ته آءٌ ته پاڳل ٿي ويندس. آءٌ هندستان جي ڪابه خدمت نه ڪري سگهندس. اسان کي ته يونين ۾ رهندڙ مسلمانن کي پنهنجو رت شريڪ ڀاءُ تصور ڪرڻو آهي. ڇيو وڃي ٿو ته دهليءَ ۾ امن آهي، پر منهنجي لاءِ اِنهيءَ بيان ۾ ڪو به تسڪين جو سامان نه آهي. اِهو اِمن ته پوليس ۽ فوج جي موجودگيءَ جي سببان قائم آهي. پر مسلمانن ۽ هندوئن جي وچ ۾ ته ڪا محبت پيدا نه ٿي آهي، اِنهن ٻنهيءَ جون دليون ته اڄ هڪ ٻئي کان ڌار آهن. مون کي معلوم نه آهي ته هن وقت جلسي ۾ ڪُجهه مسلمان آهن يا نه. جيڪڏهن آهن به ته معلوم نه آهي، ته هن ميڙ ۾ هُو پنهنجو پاڻ کي محفوظ سمجهن ٿا يا نه. پر ٽيون ڏينهن پرارٿنا جي جلسي ۾ شيخ عبدالله صاحب هو. ۽

قدوائي صاحب جي پاڻ جي زال به هُئي جن کي مسوريءَ ۾ بي قصور قتل ڪيو ويو. آءٌ تسليم ڪريان ٿو ته اُنهن جي موجودگيءَ جي متعلق آءٌ غير مطمئن هُئس. انهيءَ ڪري نه ته آءٌ اهو سمجهندو هُئس ته اُنهن جي حياتي خطري ۾ آهي. اُنهيءَ جو ته مون کي يقين آهي ته منهنجي موجودگيءَ ۾ اُنهن تي ڪو به حملو نٿو ٿي سگهي، پر انهيءَ جو يقين مون کي نه آهي ته اُنهن جي بي عزتي نه ڪئي ويندي. جيڪڏهن (هن ميڙ ۾) اُنهن جي ڪا بي عزتي ڪئي وڃي ها ته مون کي پنهنجو ڪنڌ شرم کان جهڪائي ڇڏڻو پوي ها. مسلمان پاڙن جي متعلق آخر اهڙو انديشو ڇو هُجي. يقيناً هن ميڙ ۾ هُو به پنهنجو پاڻ کي اندرو ٿي محفوظ ڇو نه سمجهن، جيترا ڪي بيا سيئي - پر اها صورتحال ايستائين پيدا نٿي ٿي سگهي، جيستائين اسان پنهنجين غلطين کي وڌائي ڪري. ۽ پنهنجي پاڙيسرين جي غلطين کي گهٽ ڪري ڏسڻ نه سکون.

(19 آڪٽوبر 1947ع D.D.)

## انتظار جي ڏکهي رات:

انتظار جي رات ڪيتري نه ڏکهي معلوم ٿئي ٿي..! (سوراج جو) اُهو سپنو گهڻو ڏور لڳي ٿو. هِن سپني جي تعبير صرف تعميري ڪمن ئي وسيلي حاصل ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن ماٺهن تعميري ڪم. (جنهن جو پروگرام اُنهن جي سامهون رکيو ويو هو) ڪيو هُجي ها، ته هو اهي نظارا نه ڏسن ها جيڪي اڄ ڏسي رهيا آهن. چيو وڃي ٿو ته 15 آگسٽ تي سوراج ملي ويو. آءٌ نه انهيءَ کي سوراج جي نالي سان منسوب نٿو ڪري سگهان. سوراج ۾ پاڙ هڪ ٻئي تي حملو نٿا ڪري سگهن. آزاد هندستان جو تخيل نه اهو هو. نه اُهو سپني جو دوست هُوندو: ۽ دنيا ۾ ڪو به اُنهيءَ جو دشمن نه هُوندو. پر افسوس

جو اِج خود هندستان جو اولاد هندو ۽ سک هڪ طرف، ۽ مسلمان ٻئي طرف. هڪ ٻئي جي رت پيئڻ لاءِ آتا آهن.

(D.D. 19 اڪتوبر 1947ع)

## هندو ۽ سک پڻ:

اڄ ٽپهري، جو هڪ دوست هڪ اُردو اخبار جي خبر پڙهي مون کي ٻُڌائي. انهيءَ پئراگراف ۾ جيڪو مون کي ٻُڌايو ويو، ايڊيٽر بين چڙ ڏيارينڌڙ ڳالهين ڪانسواءِ اهو به لکيو هو، ته هندوئن اهو پڪو ارادو ڪري ورتو آهي ته هو مسلمانن کي يونين مان نيڪالي ڏيئي ڇڏيندا. انهيءَ ڪري يا ته مسلمان هتان هليا وڃن، يا ته پوءِ اُنهن جا سر قلم ڪيا ويندا. آءٌ اُميد ڪريان ٿو ته اها صرف ايڊيٽر جي راءِ آهي، پر جيڪڏهن عوام جي ڪنهن قابل لحاظ حصي جي راءِ هُجي، ته اها وڏي شرم جي ڳالهه آهي: ۽ انهيءَ سان هندستان جي بقا جي متعلق انديشو پيدا ٿئي ٿو. آءٌ ڪالهه توهان کي چئي چُڪو آهيان ته اهڙي تباه ڪندڙ پاليسيءَ جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو. انهيءَ جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو جو آخر ۾ هندو ۽ سک به هڪ ٻئي کي قتل ڪرڻ لڳندا.

(D.D 22 اڪتومبر 1947)

## نتا ڄاڻن ته ڇا ٿيڻو آهي:

انڊين يونين جا مسلمان، جنهن ۾ قوم پرست مسلمان به شامل آهن، نٿا ڄاڻن ته سڀاڻي اُنهن جو ڪهڙو حشر ٿيڻ وارو آهي. ڇا اُهي سڀ يونين ۾ انهيءَ خوف جي تحت رهندا، ته زبردستي اُنهن جو مذهب بدلائي ڇڏيو ويندو. پهرئين صورت ڪان اها ٻيءَ صورت بدتر آهي. آءٌ هندوئن ۽ سکن کي زبردستي مسلمان ٻڻائڻ جي خلاف احتجاج ڪري چُڪو آهيان. آءٌ ته اهڙن سکن ۽ هندوئن کان اها توقع ڪريان ٿو، ته هو

هن زبردستي مذهبي تبديليءَ جي پيٺ ۾ موت کي چوندبيندا؛ اها ئي ڳالهه مسلمانن جي لاءِ بہ چئي سگهجي ٿي. اهڙا ماڻهو منهنجي ڪم جا نہ آهن. جيڪي پنهنجي مذهب کي پنهنجن ڪپڙن وانگر بدلائي سگهندا هُجن. انهن جو وجود ڪنهن مذهب جي لاءِ مفيد نٿو ٿي سگهي. يونين جي سيني باشندن جي لاءِ عزت سان جيئري رهڻ جو صرف هڪ ئي طريقو آهي. ۽ اُهو اهو آهي تہ هُو پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا پاٹر بڻجي رهن.. آئون اُنهيءَ وقت تائين مطمئن نہ ٿيندس، جيستائين هر هندو ۽ سک، حفاظت ۽ عزت سان پنهنجي وطن ڏانهن نہ موٽي وڃن؛ ۽ مسلمان بہ ائين ئي نہ ڪري سگهن.

(22 آڪٽوبر 1947ع D.D)

## ناقص انسان:

ناقص انسانن کي حق نہ آهي تہ ٻين ناقص انسانن تي تنقيد ڪن. جهڙيءَ طرح هندوئن ۽ سکن جي لاءِ اهو عمل بزدلانہ ۽ غير مذهبي آهي تہ هُو مسلمانن تي حملو ڪن. ساڳيءَ طرح مسلمانن جي لاءِ پڻ (تہ هُو هندوئن ۽ سکن تي حملو ڪن) اِنهيءَ رُخ تي هندو ڌرم ۽ اسلام جي لاءِ تباهي ئي تباهي آهي.

(22 آڪٽوبر 1947ع D.D.)

## عقل جي روشني:

عوام ڪي. جن مان مَراد اڪثريتي فرقو آهي. ( ۽ ڪيتري قدر نفرت انگيز آهي، اهو اصطلاح!) قانون کي پنهنجي هٿ ۾ وٺڻ کان سختيءَ سان پرهيز ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن هو ائين نہ ڪندا تہ هُو خود انهيءَ شاخ کي وڍيندا، جنهن تي هُو پاڻ ويٺل آهن؛ اها هڪ اهڙي

پستي هوندي. جنهن مان پاڻ کي سنڀالڻ ناممڪن ٿيندو. اجا ايترو وقت آهي جو عقل جي روشني انهن ماڻهن جي دماغن ۾ پهچي وڃي.

(27 آڪٽوبر 1947ع. D.D.)

## شرمناڪ:

هڪ نامه نگار (رپورٽر) اِن ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪيو آهي. ته هڪ طرف ته مون ريلوي اسٽيشنن تي هندو پاڻي ۽ مسلم پاڻيءَ ڪيئي ڌار ڌار رکڻ جي مذمت ڪئي آهي. ته ٻئي طرف هاڻي ٽرينن ۾ "صرف مسلمانن جي لاءِ" ۽ "هندو ۽ غير مسلمانن جي لاءِ" جدا جدا ڊبا مخصوص ڪيا وڃن ٿا. مون کي معلوم نه آهي ته بدي ڪيستائين پکڙجي چڪي آهي. پر ايترو ته آءٌ ڄاڻان ٿو ته هن قسم جو فرق هندوئن ۽ سکن جي لاءِ شرمناڪ آهي. آءٌ سمجهان ٿو ته ريلوي اعليٰ اختياريءَ وارن کي اهو انتظام، ڇڙو مسلمانن جي حياتيءَ جي بچاءُ ڪرڻ جي لاءِ ڪرڻو پيو آهي. پر اهو ته هر وقت ممڪن آهي (جيترو جلد ٿي سگهي بهتر آهي) ته هن طريقي کي اهڙيءَ طرح بند ڪيو وڃي. جو هندو ۽ سک انهيءَ جو ارادو ڪري. وٺن ته هو پنهنجن هم سفر مسلمانن سان اهڙو ورتاءُ نه ڪندا. جو جيئن ته هو انسان نه آهن. هو ريلوي اعليٰ اختياري وارن کي يقين ڏياري ڇڏين ته هاڻي هن قسم جي ڏوهه جو ڪم نه ڪيو ويندو. اهو سڀ ڪجهه انهيءَ وقت ٿي سگهي ٿو، جڏهن انهيءَ گناهه جو اعلانيه اعتراف ڪيو وڃي، ۽ عقل واپس اچي. اها ڳالهه آئون ان جي پرواهه ڪرڻ کانسواءِ چوان ٿو ته پاڪستان ۾ ڇا ٿي رهيو آهي.

(هريجن- 16 نومبر 1947ع)

## مسلمانن جي خراب حالت:

جڏهن آءٌ يونين ۾ مسلمانن جي خراب حالت جو تصور ڪريان ٿو. ۽ سوچيان ٿو ته ڪهڙيءَ طرح ڪوڙ سارن مقامن تي اُنهن جي لاءِ معمولي زندگي به مشڪل ٿي پيئي آهي. ۽ ڪهڙيءَ طرح هُو يونين مان پاڪستان جي طرف مسلسل پڄي رهيا آهن. تڏهن مون کي حيرت ٿئي ٿي ته. ڪهڙيءَ طرح اُهي ماڻهو. جيڪي هِن صورت حال جي پيدا ڪرڻ جا ذميدار آهن. ڪانگريس جي لاءِ فخر جي قابل ٿي سگهن ٿا. انهيءَ ڪري آءٌ اُميد ڪريان ٿو ته هن نئين سال ۾. جيڪو شروع ٿيو آهي، هندو ۽ سک اهڙو طرزِ عمل اختيار ڪندا، ته جيئن هر مسلمان، خواه اُهو بار هُجي يا وڏو. اهو محسوس ڪرڻ لڳي ته هو هن ملڪ ۾ ايترو ئي آزاد ۽ محفوظ آهي. جيترو ڪو وڏي ڪان وڏو هندو ۽ سک.

(هريجن- 23 نومبر 1947ع)

## بزدلي ڇڏي ڏيو:

جيڪڏهن دهليءَ جا هندوۡ ۽ سک. يا دهليءَ ۾ پاڪستان جا مصيبت ستيل انهيءَ ڳالهه تي پير ڪوڙي بيٺا آهن. ته مسلمانن کي هتي رهڻ نه ڏيندا سين ته اهي جرئت سان صاف صاف ائين چون. ۽ گورنمينٽ اعلان ڪري ڇڏي ته اها مسلمانن جي حفاظت جو وعدو نٿي ڪري سگهي. حڪومت جي لاءِ اهو پنهنجي لاءِ ڏيواليپڻي جو اعلان هُوندو . جيڪڏهن اِهو مرض پکڙيو ته انهيءَ جي معنيٰ سک ۽ هندو ڌرم جي زواليت ۽ بربادي هُوندي؛ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پاڪستان پنهنجي ملڪ ۾ ڪنهن هندو يا سک کي عزت ۽ اطمينان سان نه رهڻ ڏيندو ته اِنهيءَ جي معنيٰ هندوستان ۾ اسلام جي بربادي هُوندي. آءٌ چاهيان ٿو ته توهان بزدلي ڇڏي ڏيو. منهنجي راءِ ۾ سڌو

سنئون ڪنهن کي نڪري وڃڻ تي مجبور ڪرڻ بزدلي آهي.
جيڪڏهن مسلمان خراب آهن ته هُندوئن ۽ سکن جي ڀلائيءَ اُنهن کي
سُنو بڻائي ڇڏيندي...خراب ماڻهن سان به ورتاءُ جو صحيح طريقو اهو
آهي ته انهن جي اصلاح ڪئي وڃي. نه کي کين نيڪالي ڏني وڃي.
يا قتل ڪري ڇڏجي.

(20 ڊسمبر 1947ع D.D)

## شيطان جي فرمانبرداري:

اقليتي فرقي کي ماري ڪُٽي ڪڍي ڇڏڻ. ۽ اُنهيءَ سان بد
سلوڪي ڪرڻ اهنسا جي دعويٰ ڪندڙن کي نٿو سونهي. آزاديءَ جي
اها معنيٰ نه آهي ته ماڻهو جيڪو به طرز عمل چاهين اهو اختيار ڪن.
ڇا ڪو شخص آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد ۽ دعائون ڪري سگهي ٿو،
رڳو اِنهيءَ لاءِ ته جيئن هُو قتل ڪري سگهي، ۽ ڪوڙ ڳالهائي سگهي؟
اِها ته خدا جي بجاءِ شيطان جي اطاعت ٿيندي.

(27 ڊسمبر 1947ع D.D)

## ڪانگريس ۽ مسلمان:

اهو هندوئن، سکن ۽ اُنهن عهديدارن جو، جيڪي ذميوار آهن. ۽
وزيرن جو فرض آهي ته هُو انهيءَ بدناميءَ کي مٽائين، ۽ هن ماڳ
(مقبري قطب الدين بختيار ڪاڪي) کي انهيءَ جي اڳئين شان ۽
شوڪت سان نئين سر دُرست ڪن.... اها حقيقت ته هندستان ۾
مسلمان پاڻ کي ايئين اقليت ۾ محسوس ڪن ٿا، جو پاڪستان جي
مسلم ميجارٽي به اُنهن جي ڪا خدمت نٿي ڪري سگهي، اُنهن جي لاءِ
اها ڪا اهڙي اڻ وڻندڙ صورتحال نه هُجي ها. جيڪڏهن اُنهن گُذريل 30

سالن ۾ عدم تشدد جي طريقن کي اختيار ڪيو هُجي ها. عدم تشدد جي اصول تي يقين رکڻ کان سواءِ به. اُهن جي لاءِ اهي ڳالهه کي سمجهڻ سولو آهي ته هڪ اقليت کي، بيو اُها ڪيترِي ئي گهٽ هُجي. پنهنجي عزت ۽ هر انهيءَ شيءِ جي حفاظت جي لاءِ، جيڪا انسان کي پياري هوندي آهي. ڊڄڻ جي ضرورت نه آهي. انسان اهڙيءَ طرح ناهيو ويو آهي جو جيڪڏهن هو پنهنجي ڪردار کي ۽ پاڻ کي (جيڪو پيدا ڪرڻ واري جي تصوير آهي) سمجهي وٺي. ته دنيا جي ڪا به طاقت کيس عزت نفس کان محروم نٿي ڪري سگهي. سواءِ انهيءَ جي ته هو پاڻ ئي ائين ڪري. جوهانسبرگ ۾ جڏهن آئون ٽرانسوال جي زبردست حڪومت سان ويڙهاند ڪري رهيو هئس. تڏهن مون کي هڪ دوست چيو ته هو هميشه اقليتن جو ئي سات ڏيندو رهي ٿو. انهيءَ ڪري جو اقليتون تمام گهٽ غلطيءَ تي هونديون آهن. ۽ جيڪڏهن هُجن به ته اُهن کي سولائيءَ سان غلط ڳالهه تان هٽائي سگهجي ٿو. پر اڪثريت جي اصلاح ڏکي هوندي آهي. انهيءَ ڪري جو کيس طاقت جو نشو هوندو آهي: انهيءَ دوست هڪ تمام وڏي حقيقت بيان ڪئي هئي.. جيڪڏهن هندستان جا مسلمان اقليت هُجڻ جي خوبيءَ کي محسوس ڪن ته کين معلوم ٿيندو ته هاڻي هو پنهنجي حياتيءَ ۾ اسلام جي بهترين تعليم جو مظاهرو ڪري سگهن ٿا. جا هو انهيءَ ڳالهه کي ياد رکندا ته اسلام جو بهترين دور اُهو هو. جڏهن پيغمبر مڪي ۾ هو: مسيحيت جو رنگ ڦڪو ٿيڻ لڳو هو. جڏهن فلسطين انهيءَ ۾ شريڪ ٿيو.

...متهنجي راءِ ۾ اُهي (مسلمان) ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ تيار رهن. پر کين داخلا جي درخواست ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. جيستائين سندن پاڻهون ڏگهيري اجيان نه ڪئي وڃي: ۽ هو ڪامل هڪجهڙائيءَ جي بنياد تي ڪانگريس ۾ شريڪ ڪيا وڃن. "اصولن" ڪانگريس جي اندر ڪوبه اقليتي يا اڪثريتي فرقو نه آهي.

انهيءَ جو ڪوبه مذهب نه هي سواءِ انسانيت جي." ڪانگريس جي نظر ۾ هڪ مرد يا عورت بئي مرد يا عورت جي برابر آهي. ڪانگريس خالصنا هڪ غير مذهبي سياسي ۽ قومي تنظيم آهي: جنهن ۾ هندو. مسلمان. سک ۽ عيسائي. پارسي. يهودي سيئي برابر آهن. صرف انهيءَ لاءِ جو ڪانگريس هميشه پنهنجي خواهش جي مطابق ڪم نه ڪري سگهي آهي. ڪوڙ سارن مسلمانن هن کي اعلي ذات جي هندوئن جو هڪ ادارو سمجهيو. بهرحال مسلمانن کي اُنهيءَ وقت تائين هڪ باوقار عليحدگي قائم رکڻ گهرجي. جيستائين موجوده چڪتاڻ باقي آهي. اهي ڪانگريس ۾ تڏهن وڃن. جڏهن کيس انهن جي خدمتن جي ضرورت هُجي. پر في الوقت هُو اهڙيءَ طرح ڪانگريس جا حامي رهن. جهڙيءَ طرح اُئون آهيان. اها حقيقت آهي ته چئن آنن جي ميمبر ٿيڻ ڪانسواءِ به ڪانگريس ۾ منهنجو اثر آهي. اهو انهيءَ ڳالهه جو نتيجو آهي جو مون سال 1910ع کان، جڏهن آئون ڏکڻ آفريڪا کان واپس آيس، هن وقت تائين مون سچائيءَ سان ڪانگريس جي خدمت ڪئي آهي. اڄ ڪان هر مسلمان به ائين ئي ڪري سگهي ٿو. ۽ اُهو ڏسندو ته هُن جي خدمتن جو ايترو ئي قدر ٿيندو. جيترو منهنجين خدمتن جو ٿيو. اڄ هر مسلمان جي متعلق اهو فرض ڪيو وڃي ٿو ته، هُو ليگي آهي. ۽ انهيءَ لاءِ ڪانگريس جو دشمن آهي. بدقسمتيءَ سان ليگ به اهڙي ئي تعليم ڏني آهي. پر هاڻ ته انهيءَ دشمنيءَ جو ڪوبه سبب باقي نه آهي. پر چئن مهينن جو عرصو فرقيواري زهر جي اثر کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي لاءِ نهايت ئي مختصر آهي. هن بدنصيب ملڪ جي بدنصيبي اها آهي ته هندوئن ۽ سکن، انهيءَ زهر کي منو شربت سمجهيو: ۽ انهيءَ لاءِ هُو هندستان جي مسلمانن جا دشمن ٿي پيا. ۽ اُنهن انتقامي ڪارروائي ڪري، پنهنجو پاڻ کي بدنام ڪيو. ۽ اهڙيءَ ريت پاڪستان جي مسلمانن جي پوئيواري ڪئي. تنهنڪري آئون مسلم اقليت تي زور

ذيان ڏو تہ هو هن زهريلي فضا کان بالاتر ٿي وڃي. ۽ ان احمقاڻي تعصب کي پيدا نہ ڪري: ۽ پنهنجي طرز عمل سان ثابت ڪري ڏيکاري. تہ يونين ۾ حياتيءَ گهارڻ جو باعزت طريقو صرف اهوئي آهي. تہ هو سواءِ ڪنهن ذهني مونجهاري جي اُن جا پورا شهري بڻجن. انهيءَ ڪري ليگ بہ هاڻي سياسي اداري جي صورت ۾ نٿي رهي سگهي. جهڙيءَ طرح هندو مهاسڀا. يا پارسي سڀا هاڻي سياسي ادارن جي صورت ۾ نٿيون رهي سگهن. ڪانگريس هڪ خود غرض جٿو بڻجي ويندي. جيڪڏهن اها صرف اُنهن ئي ماڻهن جو لحاظ ڪندي. جيڪي هن جي اندر شامل آهن. مون يونين ۾ مسلمانن کي محفوظ رکڻ جي لاءِ. پنهنجي حياتيءَ جي بازي لڳائي ڇڏي آهي. آئون پنهنجي هن انجام /قول کان پاسيرو نٿو ٿي سگهان/ هٽ ڪٿي نٿو سگهان: انهيءَ لاءِ جو آئون اهو عقيدو رکان ٿو تہ برائيءَ جو بدلو ڇڱو ڏيڻ گهرجي.

(هريجن- 4 جنوري 1948ع)

## ڪهڙي جڳهہ محفوظ آهي:

اڄ ڪاليج (طبيہ ڪاليج) ۾ ڪو بہ شاگرد نہ آهي. اُهو قرول باغ ۾ واقع آهي ۽ مسلمانن هن پاڙي ۾ قدم بہ نٿا رکي سگهن. سواءِ انهيءَ جي جو هُو پنهنجي حياتيءَ کي خطري ۾ وجهن. هاڻي تہ اهو هڪ ڏکيو سوال ٿي پيو آهي تہ اڄ ڪهڙي جڳهہ مسلمانن جي لاءِ محفوظ آهي؟ چند هندو دوست مون سان ملڻ جي لاءِ آيا هُئا. اُنهن معلوم ڪرڻ گهريو ٿي تہ ڪاليج جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ منهنجي لاءِ اهو امر رنج ۽ شرم جو باعث آهي تہ ڪاليج اهڙيءَ حالت ۾ هُجي. آئون سکن ۽ هندوئن کي التجا ڪريان ٿو تہ هُو پاڻ پنهنجيءَ بربادي‌ءَ جو سامان نہ ڪن. جيڪو بہ ٻين جي لاءِ کڏ کوٽي ٿو. اُهو پاڻ ئي ان

۾ ڪري ٿو: اهو ئي زندگيءَ جو قانون آهي. آئون اُنهن کي التجا ڪريان ٿو تہ هو پاڻ کي ۽ پنهنجي مذهب کي برباد نہ ڪن.

(هريجن- 4 جنوري 1948ع)

## شيطان جي اطاعت:

خيالن. لفظن ۽ عملن ۾ يڪسانيت هُجڻ گهرجي. اقليتي فرقي کي ماري ڪُٽي ڪڍي ڇڏڻ. يا اُنهيءَ سان خراب وهنوار ڪرڻ اهنسا جي اصولن جي مطابق نٿو ٿي سگهي. آزاديءَ جي اها معنيٰ نہ آهي تہ ماڻهو جيڪو چاهين، اُهو ڪن. ڇا ڪو شخص آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد ڪري سگهي ٿو ۽ دُعائون گهُري سگهي ٿو ۽ صرف انهيءَ لاءِ جو اهو قتل ڪري سگهي ۽ ڪوڙ ڳالهائي سگهي! اها تہ خدا جي بجاءِ شيطان جي اطاعت ڪرڻ ٿيندي.

(هريجن- 4 جنوري 1948ع)

## پنهنجيءَ جڳهہ تي مضبوطيءَ سان بيٺا رهو:

اُنهن (مسلمانن) سوال ڪيو تہ آخر اهي ڪيستائين انهيءَ ڪنئوس کي برداشت ڪندا رهن؟ جيڪڏهن ڪانگريس اُنهن جي حفاظت نٿي ڪري سگهي، تہ اُها صاف ڇئي ڇڏي تہ مسلمان هليا وڃن: ۽ روز روز جي ذلتن ۽ ممڪن حملن کان بچي وڃن. اهو سچڻ دهليءَ جي مسلمانن جي ياران ڳالهيون ڪري رهيو هو. (مون) ڪيس مشورو ڏنو آهي تہ هو پنهنجيءَ جڳهہ تي مضبوطيءَ سان بيٺا رهن. آئون چاهيان ٿو تہ سيئي قوم پرست، مذهب کي سياست ۾ گڏمُڏ نہ ڪن. سمورن دنيائي معاملن ۾ هُو اول ۽ آخر هندستاني آهن. مذهب تہ هر شخص جو ذاتي معاملو آهي. زمانو خراب آهي. پاڪستان ۾ مسلمان

پاڳل ٿي پيا آهن. ۽ انهن اڪثر هندوئن ۽ سکن کي ماري ڪُٺي پڄائي ڇڏيو آهي. جيڪڏهن يونين ۾ به هندو ائين ٿي ڪندا ته هُو پنهنجي تباهيءَ جو سامان ڪنو ڪندا. ٻين کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ هميشه خود ڪشيءَ جي برابر هُوندي آهي. سمورن سمجهُو ماڻهن کي انهيءَ لاڙي جي خلاف ڪم ڪرڻ گُهرجي.

(11 جنوري 1948ع. D.D)

## اڪيئن سان اڪيون ملائي:

مون کي يقين آهي ته جيڪڏهن هندو ۽ سک هن ڳالهه تي اصرار ڪندا، ته مسلمانن کي دهليءَ مان نيڪالي ڏني وڃي؛ ته هُو هندستان سان ۽ پنهنجن مذهبن سان غداري ڪندا؛ ۽ اُنهيءَ سان مون کي ڏک ٿئي ٿو. ڪي ماڻهو مون کي مهڻو ڏين ٿا ته مون کي ڇڙو مسلمانن سان ئي همدردي آهي. ۽ مون اُنهن جي ئي خاطر اهو ورت يا روزو رکيو آهي. هُو صحيح چون ٿا. مون پنهنجي سڄي حياتي اقليتن ۽ ضرورت مندن جو ساٿ ڏنو آهي، جهڙيءَ طرح هر شخص کي ڏيڻ گهرجي. پاڪستان جي قائم ٿيڻ جو اهو نتيجو ٿيو آهي جو يونين جا مسلمان عزت نفس ۽ خود اعتماديءَ کان محروم ٿي ويا آهن. مون کي انهيءَ خيال کان به تڪليف ٿئي ٿي؛ ۽ انهيءَ سان هر اهڙي مملڪت ڪمزور ٿي پوي ٿي، جنهن جي اندر اهڙا ماڻهو رهن، جيڪي خود اعتماديءَ کان محروم ٿي چُڪا هُجن. منهنجو ورت/ روزو مسلمانن جي خلاف به انهيءَ معنيٰ ۾ آهي ته (آئون چاهيان ٿو ته هو) پنهنجي هندو ۽ سک پاڙن سان اکيون اکين ۾ ملائي ملي سگهن. منهنجي ورت جي متعلق ته مسلمان دوستن کي به ايترو ئي ڪم ڪرڻو آهي. جيترو هندوئن ۽ سکن کي.

(13 جنوري 1948ع.D.D)

## مون سپنو ڏٺو هو:

ان کان اڳ ۾، جڏهن پنهنجي جواني دوران مون کي سياست بابت ڪا ڄاڻ حاصل ٿئي، مون سپني فرقن جي وچ ۾ دلين جي ميلاپ جو سپنو ڏٺو هو. هاڻي حياتيءَ جي آخري زماني ۾ آءٌ ٻارن وانگر خوشيءَ مان ٽپا ڏيندس، جيڪڏهن آءٌ محسوس ڪريان ته مون کي پنهنجي سپني جي تعبير پنهنجيءَ حياتيءَ ئي ۾ ملي ويئي. تڏهن زندگيءَ جي فطرتي ڊيگهه، يعنيٰ 125 سال جيئري رهڻ جي خواهش نئين سر پيدا ٿي پوندي: ۽ ڪير آهي جيڪو اهڙي خواب جي تعبير جي لاءِ پنهنجي پوري حياتي قربان ڪرڻ تي تيار نه ٿي وڃي. اُنهيءَ وقت اسان کي سچو سوراج حاصل ٿيندو.

(14 جنوري 1948ع D.D.)

## مون کي ڏک ڏٺو ويندو جيڪڏهن:

جيترو عرصو به انتظار ڪرڻ ضروري هُجي، آئون صبر سان انتظار ڪري سگهان ٿو، پر مون کي ڏکُ ڏٺو ويندو جيڪڏهن مون کي اهو معلوم ٿئي، ته ماڻهن صرف منهنجي حياتي بچائڻ جي لاءِ اهو طريقو اختيار ڪيو آهي (امن جو وعدو ڪيو آهي، منهنجي دعويٰ آهي ته خدا جي اشاري سان اهو ورت شروع ٿيو هو) ۽ اُنهيءَ وقت ختم ٿيندو، جڏهن هُو چاهيندو - جيڪڏهن هُو چاهي. انساني طاقت ته نه ڪڏهن خدا جي مرضيءَ جو مقابلو ڪيو آهي، ۽ نه ئي ڪري سگهي ٿي.

(14 جنوري 1948ع D.D.)

## دلين جي تخت تي شيطان:

اُون انهيءَ ڪان نندي شرط تي پنهنجو ورت ختم نٿو ڪري سگهان. تہ توهان سڀ پنهنجي دلين جي تخت تان شيطان کي لاهي ڇڏيو. ۽ اُنهيءَ تي خدا کي ويهاريو.

(13جنوري 1948ع D.D)

## پنهنجي پوئين پساهہ تائين:

اڄ تہ پنهنجي آخري ساهہ تائين اهو چوندو رهندس تہ هندوئن ۽ سکن کي ايترو بهادر بڻجڻ گهرجي، جو پاڪستان ۾ ڪُجهہ بہ ڪٿي ٿئي، پر هو پنهنجي آڱر بہ يونين ۾ ڪنهن مسلمان جي خلاف نہ کڻن. هو ڪڏهن بہ بزدلانہ فعلن جا ڏوهاري نہ ٿين، ڪٿي ڇڙ ڏيارڻ جو سبب ڪهڙو بہ هجي.

(13 جنوري 1948ع D.D)

## موت هڪ دوست آهي:

ڪنهن کي بہ منهنجي ڳڻتيءَ نہ ڪرڻ گهرجي. ڳڻتيءَ تہ ڇڙو انهيءَ ڳالهہ جي ڪرڻ گُهرجي جو توهان بهترين طريقي سان پنهنجي اصلاح ڪريو. ۽ ملڪ جي ڀلائيءَ جي لاءِ ڪم ڪريو. هڪ ڏينهن تہ سيني ئي کي مرڻو آهي. ڪو شخص بہ موت کان نٿو ٻچي سگهي تہ پوءِ انهيءَ کان ڊڄڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. درحقيقت موت تہ هڪ دوست آهي، جيڪو تڪليفن کان ڇوٽڪارو ڏياري ٿو.

(15 جنوري 1948ع D.D)

## مسلمان ڪوڙڪيءَ ۾:

مسلمانن کي لوهي پڃري ۾ بند ڪري ڪين نيڪالي ڏيڻ جو جيڪو طريقو جاري آهي، اهو غير شريفاڻو ۽ بي ايمانيءَ جو طريقو آهي. ڊنل مسلمانن کي اجا به ويتر وڌيڪ ڊيڄاري ڀڄائڻ ۽ وري اُنهن جي گهرن تي قبضو ڪرڻ، ڪنهن جي لاءِ به فائديمند نٿو ٿي سگهي. اڄ مون ٻُڌو آهي ته حاڪمن شرنارٿين (مهاجرن) کي ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي گهر ڏيڻ چاهيو ٿي، پر اُنهن وري تن مسلمانن جي ئي گهرن تي قبضو ڪرڻ تي اصرار ڪيو. اِها اِنهيءَ ڳالهه جي صاف علامت آهي ته اهو ضروري نه آهي ته طريقي ڪار ڪهڙو هُجي، پر خواهش اها آهي ته ڪنهن نه ڪنهن ريت دليءَ کي مسلمانن کان صاف ڪري ڇڏجي. جيڪڏهن عام طور تي خواهش اِها آهي ته وڌيڪ بهتر ته اهو ٿيندو، جو ته اُنهن کي صاف چئي ڇڏجي، ته هُو هليا وڃن؛ بجاءِ اِنهيءَ جي ته اڻ سُڌين اٽڪلن کان ڪم ورتو وڃي. (اهڙن ماڻهن کي جيڪي اِهو گُهرن ٿا) اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته يونين جي گاديءَ واري هنڌ اِهڙي صورتحال پيدا ڪرڻ جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا.

(6 جنوري 1948ع D.D)

## جيئرو رهڻ جي خواهش:

مون کي جيئري رهڻ جي ڪابه خواهش نه آهي، سواءِ ان حالت جي ته ٻنهي مملڪتن ۾ امن جو دور هُجي.

(16 جنوري 1948ع D.D).

## حق جو عام فهم نالو خدا:

مون اهو ورت (روزو) حق جي نالي تي شروع ڪيو. ”حق جو

عام فهم نالو خدا آهي.“ زنده حق ۾ شامل ٿيڻ کانسواءِ خدا جو وجود ڪجهه به نه آهي. خدا جو نالو وٺي اسان ڪوڙي نڳي ڪئي آهي. اسان عام ڪوس جا ڏوهاري ٿيا آهيون. سواءِ اهو ڏسڻ جي ته ماڻهو قصوروار آهن يا بي قصور. اسان ان طرح مردن، عورتن ۽ معصوم ٻارڙن کي قتل ڪيو آهي. اسان عورتن کي اغوا ڪيو آهي. اسان زبردستي مذهب بدلارايو آهي ۽ اهو سڀ اسان بي شرميءَ سان ڪيو آهي. مون کي معلوم ناهي ته ڪنهن شخص اهو عمل حق جو نالو وٺي ڪري ڪيو هُجي. (البت خدا جو نالو وٺي ڪري اهو سڀ ڪُجهه ڪيو ويو آهي) آءٌ حق جو نالو وٺي پنهنجو ورت ختم ڪريان ٿو. منهنجن هم وطنن جو دک ۽ درد منهنجي لاءِ برداشت کان ٻاهر هو. راشٽرپتي ڊاڪٽر راجندر پرشاد هڪ سو کان وڌيڪ شخص وٺي آيو، جيڪي هندوئن، مسلمانن، سکن ۽ هندو مها سڀا ۽ راشٽريه شيوڪ سنگهه ۽ سرحد ۽ سنڌ ۽ پنجاب جي شرنارٿين جا نمائندا هُئا. اِنهيءَ تمام وڏي نمائندگي ڪندڙ جماعت ۾ پاڪستان جو هاءِ ڪمشنر زاهد حسين صاحب به هو، ۽ ڊپٽي ڪمشنر به ۽ جنرل شاهنواز خان به، جيڪي آزاد هند فوج جا نمائندا هئا. پنڊت نهرو به (هڪ بُت وانگر خاموش) ويٺل هو، ۽ مولانا صاحب به موجود هو. ڊاڪٽر راجندر پرشاد هندستاني زبان ۾ لکيل تقرير پڙهي، جنهن تي اُنهن نمائندن جون صحيحون هُيون، ۽ جنهن ۾ مون ۾ اِها اميد رکي ويئي هئي ته هاڻي آءٌ اُنهن جي احساسن تي وڌيڪ زور نه وجهان، ۽ ورت ختم ڪري اُنهن جي ڏک کي ختم ڪري ڇڏيان. آئون اِنهن سڀني دوستن جي مشوري کي ٺڪرائي نه سگهيس، ۽ آئون اُنهن جي هِن وعدي کي ناقابل اعتماد نه سمجهي سگهيس ته آئنده هندوئن، مسلمانن، سکن، عيسائين، پارسين ۽ يهودين جي وچ ۾ اهڙي دوستي ٿيندي، جيڪا ڪڏهن به نه ٽٽي سگهندي. اِنهيءَ دوستيءَ کي ٽوڙڻ سڄي قوم جي شڪست هُوندي..

ان وعدي جو روح، يونين جي هندوئن ۽ مسلمانن ۽ سکن جي وچ ۾

مخلصانہ دوستي هوندي. اهڙي ئي دوستي پاڪستان ۾ بہ ٿيندي.
جيڪڏهن اڳ ذڪر ڪيل يقيني ٿي پوي تہ آخري ذڪر ڪيل بہ
اوتري ئي يقيني ٿي پوندي: جهڙيءَ طرح رات ڪانپوءِ صبح ٿئي ٿو. پر
جيڪڏهن يونين ۾ اونداهي هُوندي تہ پاڪستان ۾ بہ روشنيءَ جي
توقع ڪرڻ حماقت آهي.

(18 جنوري 1948ع)

## منهن شيطان طرف:

اُنهن کي خوف دل مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي، تہ جيئن هر مسلمان
بار پاڻ کي هندوئن ۽ سکن جي وچ ۾ محفوظ سمجهڻ لڳي. هن وقت
تائين اسان جو لاڙو/رُخ شيطان جي طرف هو. هاڻي مون کي اُميد آهي
تہ اِهو خدا جي طرف ٿيندو. جيڪڏهن توهان ائين ڪري سگهيا تہ
يونين عالمگير امن جي طرف رهنمائي ڪندي. آءٌ تہ ڪنهن بہ ٻئي
مقصد جي لاءِ جيئرو رهڻ نٿو گهران. محض لفاظي مان ڪُجھ فائدو نہ
آهي. توهان کي گهرجي تہ خدا کي پنهنجي دل ۾ جڳھ ڏيو. هندوئن ۽
سکن کي مشورو ڏيندس تہ هُو قرآن پڙهن؛ جهڙيءَ طرح اهي هتي گيتا
۽ گرنٿ صاحب پڙهن ٿا. مسلمان کي آئون چوندس تہ هُو گيتا ۽
گرنٿ صاحب کي اِنهيءَ احترام سان پڙهن، جهڙيءَ طرح هُو قرآن
پڙهن ٿا. اُنهن کي، جيڪو ڪُجھ هُو پڙهن، اُنهيءَ جي معنيٰ سمجهڻ
گهرجي: ۽ سمورن مذهبن جو يڪسان احترام ڪرڻ گهرجي. اِهوئي
منهنجو سڄي عمر جو اصول آهي ۽ اهو ئي منهنجو عمل رهيو آهي.

(18 جنوري 1948ع D.D)

## مون کي جيئري رکڻ جو شرط:

مون کي پنهنجي وچ ۾ جيئري رکڻ لاءِ شرط صرف اهو ٿي آهي، تہ هندستان جا سڀئي فرقا پاڻ ۾ امن ۽ شانتيءَ سان رهن؛ ۽ اهو بہ هٿيارن جي قوت سان نہ، پر محبت جي قوت سان. جنهن کان بهتر دلين کي جوڙڻ وارو ڪو بہ مسالو دنيا ۾ نہ آهي.

(19 جنوري 1948ع D.D)

## وحشياڻا عمل:

مسلمانن سان دشمني اِئين آهي، جيئن هندستان سان دشمني. آئون گهٽ ۾ گهٽ جنهن ڳالهہ جي توقع توهان کان ڪريان ٿو، اُها اها آهي تہ توهان قانون کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي، وحشياڻن عملن جو جرم نہ ڪندا. اِئين ٿيو تہ اِنهيءَ جي معنيٰ اها ٿيندي تہ سماج ختم ٿي وڃي.. توهان ۽ توهان جون اخبارون کُليل لفظن ۾ انهن آمريڪين کي جانور/ وحشي ڪوٺين ٿيون، جيڪي حبشين/ ڪارن کي Lynch ڪن ٿا، پر جيڪڏهن توهان بہ ائين ڪريو تہ ڇا اُهي ڪُجهہ گهٽ وحشياڻا فعل هوندا.

(20 جنوري 1948ع D.D)

## منهنجي من ۾ ساڙ ۽ نفرت نہ هجي:

آئون تعريف جو حقدار تہ تڏهن ٿي سگهان ٿو، جڏهن آئون ڪنهن بہ سبب زخمي ٿي ڪري پوان، ۽ پوءِ بہ پنهنجي مُنهن تي مسڪراهٽ قائم رکان؛ ۽ منهنجي من ۾ بہ رکندڙ خلاف بغض/ ساڙ يا نفرت نہ هجي...

(21 جنوري 1948ع)

## اِهو ڪم غلط هو:

مون ٻُڌو آهي تہ اُنهيءَ نوجوان (جنهن بم اُڇلايو) اجازت بنا ڪنهن مسجد تي قبضو ڪري ورتو هو، ڇو تہ ڪيس ڪا ٻيءَ جڳهہ پنهنجي لاءِ نہ ملي سگهي هُئي ۽ ان وقت جڏهن پوليس سپني مسجدن کي خالي ڪرائي رهي هئي تہ کيس اها ڳالهہ خراب لڳي. اهو ڪم غلط هو ۽ اها ڳالهہ اجا بہ غلط هئي تہ هُن اعليٰ اختياري وارن جي حڪم جي تعميل نہ ڪئي، جيڪي هُن کيٰ ڇئي رهيا هئا تہ مسجد خالي ڪري ڇڏي. جيڪي ماڻهو انهيءَ جي پنيرائي ڪري رهيا آهن. اُنهن کي آئون اپيل ڪريان ٿو تہ هو اهڙن ڪُڏن ڪمن کان پاسو ڪن. هندو ڌرم جي حفاظت جو اهو طريقو نہ آهي. هندو ڌرم کي صرف منهنجي ئي طريقي سان محفوظ ڪري سگهجي ٿو.

(21 جنوري 1948ع)

## دلين کي حق جو عبادت گهر بڻائي ڇڏيو:

مون کي خوشي آهي تہ هاڻي مسلمان آزاديءَ سان دهليءَ ۾ گهمي ڦري رهيا آهن. آءٌ چاهيان ٿو تہ توهين تذڪيہ نفس جو اهو طريقو جاري رکو، ۽ پنهنجين دلين کي هڪ حَي و قيوم خدا. ۽ حق جو عبادت گهر بڻائي ڇڏيو - معبد بڻائي ڇڏيو.

(21 جنوري 1948ع. D.D)

## وچن تي قائم رهو:

غدار تہ هر قوم ۾ ملي سگهن ٿا نہ رڳو مسلمانن ۾. توهان مسلمانن سان پاءِ ٻڌجي رهڻ جو وعدو ڪيو آهي، ۽ آئون چاهيان ٿو تہ

توهين ٿيي ۽ وعدي تي قائم رهو. سمورا لُٽيل به خراب نه هئا. توهان کي کهرجي ته اُنهن مائهن جي خلاف رپورٽ ڪريو. جيڪي اعتراض جوڳيون ڪارروائيون ڪندا هجن ۽ حڪومت کي، جيتري قدر سختيءَ سان هو گهري، اُنهن جو خاتمو ڪرڻ ڏيو. پر توهان کي ڪنهن به حالت ۾ قانون کي پنهنجن هٿن ۾ نه ڪٹڻ گهرجي. اهو طرز عمل ته وحشياڻو ٿيندو.

(23 جنوري 1948ع. D.D)

## توهين سيئي پوليس ٻٽجي وڃو:

گذريل زماني ۾ ته هندو مسلمان ٻئي ايندا رهندا هئا. ۽ عرس ۾ (مهرولي جي) شريڪ ٿيندا رهندا هُئا. جيڪڏهن هاڻي به هندو اُتي اَمن ۽ عقيدت جي اسپرٽ سان وڃن ته اها هڪ وڏي ڳالهه ٿيندي. مون کي اُميد آهي ته اَهڙا مسلمان، جيڪي انهيءَ عرس ۾ شريڪ ٿيڻ گهرن، اُنهن کي بي عزتيءَ کان بچاءَ جي حفاظت جو سگهارو پروسو ڏياريو وڃي، ۽ انهيءَ ڪم ۾ پوليس جي گهٽ ۾ گهٽ مدد حاصل ڪئي وڃي: بلڪ آئون ته اهو گهران ٿو. ته توهان سيئي انهيءَ ڪم جي لاءِ پوليس ٻٽجي وڃو. سڄيءَ دنيا جون نظرون توهان جي طرف لڳل آهن.

پرارٿنا جي تقرير (25 جنوري 1948ع)

## مسلم اقليت جي لاءِ:

منهنجو ورت، جيئن ته آئون صاف لفظن ۾ چئي چڪو آهيان، ته يونين جي مسلم اقليت جي لاءِ آهي: ۽ تنهنڪري اهو لازما يونين جي هندوئن ۽ سکن ۽ پاڪستان جي مسلمانن جي خلاف آهي. اهو

پاڪستان جي اقليتن جي لاءِ بہ آهي. جهڙيءَ طرح يونين جي مسلمانن جي اقليت لاءِ.

(هريجن- 25 جنوري 1948ع)

## خوف کان آجو:

Appeasement هڪ اهڙو لفظ بڻجي ويو آهي. جيڪو مڪروه معلوم ٿئي ٿو. ڪنهن بہ حالت ۾ عزت نفس جي قيمت تي ڪو بہ Appeasement نٿو ٿي سگهي. حقيقي Appeasement اهو آهي تہ سموري ڊپ کان پاڻ کي پاڪ ڪيو وڃي، ۽ حق جي ڳالهہ ڪئي وڃي؛ خواه ائين ڪرڻ جي قيمت ڪُجهہ بہ هُجي.

(هريجن-26 جنوري 1948ع)

## ڇا اسان ايتري قدر ڪري پيا آهيون:

محض ڪوڙن افواهن جي سببان عرس (مهرولي) ۾ مسلمان شرڪت ڪندڙن جو تعداد گُذريل سالن کان گهٽ هو. اها شرم جي ڳالهہ آهي تہ انسان انسان کان ڊڄندو هُجي. مون کي اهو ڏسي ڏک ٿيو تہ سنگ مرمر جي قيمتي ڪٽهڙي کي نقصان رسيو. اِنهيءَ جو اهو ڪو جواب نہ آهي تہ پاڪستان ۾ بہ هن طرح جا بلڪہ انهيءَ کان بہ بدتر واقعا پيش آيا آهن. ڇا اسان ايتري قدر ڪري پيا آهيون جو هاڻي اهڙا Vandalism وحشت جا ڪم ڪرڻ لڳا آهيون. ڇا اسان ايتري قدر ڪري پيا آهيونَ. اهو مڃجي بہ ڪٿي تہ اهڙا حادثا وڏيڪ انگ ۾ پاڪستان ۾ بہ پيش اچي چُڪا آهن، تہ بداعماليءَ ۾ پاڪستان سان پيٽ ڪرڻ سٺو نہ آهي.

(27 جنوري 1948ع D.D. )

## اقتدار جي نازيبا (بڇڙي) ڪشمڪش:

اهو نتو ٿي سگهي ته انڊين نيشنل ڪانگريس ڪي. جنهن پنهنجي عدم تشدد جي طريقي سان ڪوڙ ساربون لڙايون وڙهي. آزادي حاصل ڪئي آهي، مري وڃڻ ڏنو وڃي. ها. جيڪڏهن قوم ئي مري وڃي ته اُها به مري ويندي. هڪ جاندار Organism هميشه اوسر وٺندو رهي ٿو. اِئين نہ ٿئي تہ پوءِ اهو مري ويندو آهي. ڪانگريس سياسي آزادي ڪٿي ورتي آهي، پر اڃا تہ هِن کي معاشي آزادي، سماجي آزادي ۽ اخلاقي آزادي ڪٿڻي آهي. انهن آزادين کي حاصل ڪرڻ سياسي آزاديءَ حاصل ڪرڻ کان وڌيڪ ڏکيو آهي، پوءِ ڪٽي انهيءَ جو سبب صرف اِهو هُجي، تہ اهو ڪم تعميري آهي ۽ اِنهيءَ ۾ وڌيڪ جوش و خروش ۽ ڏيکاءَ جي گنجائش نہ آهي. هر گير تعميري ڪم، ڪروڙن انسانن جي سيني ايڪائين جي قوت کي بيدار ڪري ٿو.

ڪانگريس پنهنجي آزاديءَ جو ابتدائي ۽ ضروري جُزو تہ حاصل ڪري ورتو آهي، پر سڀ کان سخت جُزو هاڻي اڳيان ايندو. جمهوريت جي طرف جبل جي چڙهائي ڏکي هوندي آهي. ان رستيءَ ۾ اَهڙا ماڳ بہ ملن ٿا. جتي خرابيون ملن ٿيون ۽ اهڙا ادارا پيدا ٿي پوندا آهن جيڪي چِڙو نالي طور عوامي ۽ جهموري هُوندا آهن. اُن اوجهڙ، بي حسيءَ ۽ مونجهاري مان ڪهڙي طرح اڳيان وڌي، نڪري وڃڻ ممڪن ٿيندو.

...ڪالهہ تائين تہ ڪانگريس نادانستہ قوم جي خادم ۽ خدائي خدمت گار هُئي. پر هاڻي انهيءَ کي اعلان ڪري چڏڻ گُهرجي تہ اُها صرف خدائي خدمت گار آهي: ۽ انهيءَ کان وڌيڪ يا انهيءَ کان گهٽ ڪُجهہ بہ نہ . جيڪڏهن اها اقتدار جي هوس جي نازيبا ڪشمڪش ۾

مصروف ٿي ٿي، تہ هڪ ڏينهن صبح جو هن کي معلوم ٿيندو تہ انهيءَ جو ڪو بہ وجود باقي نہ آهي.

(هريجن-1 فيبروري 1948ع)

## اقتدار جو نشو:

آئون هندستان جي سيني مسلمانن کي تہ بي گناه نٿو سمجهان، جيڪا ڳالهہ ظاهر آهي. اُها تہ اِها آهي تہ پاڪستان قائم ٿيڻ ڪانپوءِ هندستان جا مسلمان ڪافي مشڪل صورتحال ۾ وڪوڙجي ويا آهن؛ ۽ هاڻي اهو ڪم اڪثريتي فرقي جو آهي تہ انهن سان پورو پورو انصاف ڪري. انهيءَ جي معنيٰ تہ هندو ڌرم ۽ اڪثريتي فرقي جي بربادي ٿيندي، جيڪڏهن اڪثريتي فرقو اقتداري نشي جي حالت ۾ اُهو سمجهي وٺي، تہ اهو اقليت کي چچري سگهي ٿو، ۽ هڪ خاص هندو راج قائم ڪري سگهي ٿو. آئون هن موقعي کي خاص طور تي هن ڪم جي لاءِ مبارڪ ۽ مناسب سمجهان ٿو، تہ خود پنهنجي دل کي پاڪ ڪرڻ جي سخت ڪوشش ڪري، اسان پنهي فرقن جي دلين مان مير ۽ گندگيءَ کي ڪڍي ڇڏيون.

(هريجن-1 فيبروري 1948ع)

## منهنجي عهد / دؤر جو روح:

مون اهو ورت (روزو) حق جي نالي سان شروع ڪيو هو، جنهن جو عام فهم نالو خدا آهي. زنده حق ڪانسواءِ خدا ڪٿي بہ نہ آهي. خدا جو نالو وٺي اسان ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ رتو ڇاڻ اختيار ڪئي. سواءِ اهو سوچڻ جي تہ جن ماڻهن کي اسان قتل ڪري رهيا آهيون، اُهي بي

قصور آهن. يا گناهه ڪار. ۽ سواءِ انهيءَ جو لحاظ ڪندي ته اُهي مرد آهن. عورتون آهن يا معصوم ٻارڙا. اسان اغوا ۽ زبردستي مذهبي تبديليءَ جا ڍوهاري ٿياسين. ۽ اهو سڀ اسان بي شرميءَ سان ڪيو. مون کي معلوم نه آهي جو ڪنهن شخص حق جي خاطر ائين ڪيو هجي. اسان هاڻي حق ٿي جي نالي تي پنهنجو ورت ختم ڪريون ٿا... عهد جي تڪميل/ پڄاڻي لفظن جي حدن کان ٻاهر. انهيءَ جي روح ۾ سمويل آهي. جنهن کي لفظ فنا به ڪري سگهن ٿا - ۽ "منهنجي عهد جو روح يونين جي هندوئن. مسلمانن ۽ سکن جي وچ ۾ مخلصانه دوستي آهي." ۽ اهڙي ئي دوستي پاڪستان ۾ به. جيڪڏهن پهرئيون شرط (يونين جي مطابق) پورو ٿي پوي ته ٻئي جو به (پاڪستان جي مطابق) پورو ٿيڻ ايترو ئي يقيني آهي جيترو رات ڪانپوءِ ڏينهن جو نڪرڻ. جيڪڏهن يونين ۾ اونداهي آهي ته پاڪستان ۾ روشنيءَ جي توقع ڪرڻ حماقت آهي. پر جيڪڏهن يونين ۾ رات جي اونداهيءَ کي ختم ڪري ڇڏجي. ته پاڪستان ۾ به انهيءَ جي ابتڙ ڪا صورت پيدا نٿي ٿي سگهي. ۽ ائين ٿيڻ جون علامتون به ڪي اڻاٺيون نه آهن... دهليءَ جي شهرين ۾ شرنارٿين جي لاءِ ڪم گهڻو ڀاري درپيش آهي. اُنهن کي جيترو قدر وڌيڪ ممڪن ٿئي. پاڻ ۾ ميل ميلاپ جا موقعا پيدا ڪرڻ گهرجن.. هندو ۽ سک عورتون مسلمان ڀينرن وٽ هلي وڃن. ۽ انهن سان دوستي پيدا ڪن. هو انهن کي خاص رسمي موقعن تي نينڊ ڏين. مسلم ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏيل مدرسن ۾ (نه ڪي فرقيوارانه مدرسن ۾) شريڪ ٿيڻ تي آماده ڪيا وڃن. نه صرف اهو ته مسلمانن جو بائيڪاٽ نه ٿئي. پر اُنهن کي لالچ ڀڻ ڏني وڃي ته هو پنهنجو قديم ڪاروبار اختيار ڪن. اها هڪ ذليل ۽ حريصانه حرڪت آهي ته هندو ۽ سک مسلمان کان اُنهن جا معاشي وسيلا ڇني وٺڻ

ڪهرن. اول تہ ڪنهن بہ قسم جي هڪ هئي نہ ٿيڻ گُهرجي. ۽ ٻيو اهو تہ ڪنهن کي بہ اُنهيءَ جي ڪاروبار يا اقتصاديات کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وڃي. اسان جي هن وڏي ملڪ ۾ هر هڪ جي لاءِ ڪافي گنجائش موجود آهي.

(هريجن- جنوري 1948ع)

## مسلمانن سان دشمني:

مسلمانن سان دشمني ڪرڻ، هندستان سان دشمني ڪرڻ آهي.

(هريجن- پهرئين فيبروري 1948 ع)

## دلين کي پاڪ پوِتر ڪري ونو:

آئون توهان کان اهو عهد/ واعدو وٺڻ گهران ٿو، تہ توهان ڪڏهن بہ آئنده ڪنهن شيطان جي آواز تي لبيڪ نہ چوندا، ۽ خوت ۽ امن جي رستي کي ترڪ نہ ڪندا. ذاتي طور تہ مون کي ڪڏهن بہ معلوم نہ ٿيو تہ فرقي پرستي کهڙي بلا آهي. آئون تہ پنهنجي ٻالپڻ جي زماني کان هميشه اهو سپنو ڏسندو رهيس، تہ هن وسيع ڌرتي ماتا جي خطي جي سيني فرقن کي، ۽ طبقن کي جيڪو اسان جو آهي، متحد ڪري ونان، ۽ جيستائين انهيءَ خواب جي تعمير نہ ملي، منهنجي روح کي چين نصيب نہ ٿيندو.. جڏهن مون پنهنجو ورت ختم ڪيو تڏهن مون چيو هو تہ جيڪڏهن اهل دهلي وارا صرف ايترو ئي ڪن، جو پنهنجين دلين کي پوريءَ طرح پاڪ ڪري ونن، تہ دهلي سڄي هندستان جي مسئلي کي حل ڪري سگهي ٿي. پر جيڪڏهن بجاءِ

انهيءَ جي. جو هو صرف اهڙيون ڳالهيون ڪن جن جي حقيقت ۾ ڪين نيت ئي نہ هجي. تہ مون جهڙي پوڙهي ماڻهوءَ جي عمر دراز ٿئي. تہ اٿين هُو انهيءَ گمان ڪان دوکو ڪائي ڪري تہ هو منهنجي حياتي بچائي رهيا آهن. دراصل منهنجي موت جو سامان ڪنو ڪندا.

(پرارٿنا- 24 جنوري 1948ع).

(هريجن- 15 فيبروري 1948ع).

●

## مھاتما گانڌي - اھنسا جو اِمام

ويھين صديءَ ڏکڻ ايشيا کي جيڪي مھانَ هَستيون بخشيون، انھن ۾ مھاتما گانڌي سرِفھرست آھي. دنيا جي انقلابن جي تاريخ ۾ اھڙو ڪو ٻـ مثال نٿو ملي، جنھن ۾ آزاديءَ جي جنگ اُھنسا جي ھٿيار وسيلي وڙھي ويئي ھجي ۽ سا ٻـ اھڙي سامراجي اقتدارِ اعليٰ سان، جنھن جي قبايل سرحدن تان سورج ڪڏھن غروب ئي نہ ٿيندو ھو. ۽ اھنسا جي ھٿان ھِنسا جي اُھا شرمناڪ شڪست، اڄ تاريخ جو ڪارنامو ليکي وڃي ٿي؛ جنھن جو سھرو بلاشڪ مھاتما جي سر آھي. ايڪيھين صديءَ، جنھن جي پِڇڙيءَ ۾ ويڙھاند پسندن پاران ايٽمي ھٿيارن جا ھار وجھي، سندس توھين ڪٿي وئي ھئي، ان جي ھٿن تي اُھنسا جا ڏيپ رکي ڪيس سُويڪار ڪيو آھي.

سنڌ جي گانڌي، سائين جي ايم سيد جي چوڻ موجب، بارود جي ڍير تي ويٺل ھن بيمار ڌرتيءَ کي فقط ويدانت يا تصوف جو ترياق ئي نئين زندگي عطا ڪري سگھي ٿو. اڄ دين ڌرم جي چَڪر ۾ ماڻھوءَ کان ماڻھپو ڇڏائبو وڃي. مسجدون، مندر، گردوارا ۽ ڪليسيائون سلامتيءَ جي جاين بدران قتل گاھون بڻجي چُڪيون آھن. اھڙي ماحول ۾ مھاتما جو پيغام اسان لاءِ نئون نياپو آھي، جيڪو ايڪيھين صديءَ کي انسانيت ۽ اُھنسا جي واٽ ڏسي، ماڻھوءَ جي اُن ماڳ ڏانھن راھنمائي ڪري سگھي ٿو، جيڪو دراصل ’مذھب ۽ ڌرم‘ جو حقيقي روح آھي.

ھيءُ ڪتاب، ’مذھب ۽ ڌرم‘ مھاتما گانڌيءَ جي تقريرن ۽ تحريرن جي اقتباسات تي مشتمل آھي. اھي اقتباس اڄ بہ مذھبي انتھاپسنديءَ جي اوندھ ۾، ٽمڪندڙ ڏيئي جيئان سڀ جي سُھائي پکيڙين ٿا. اھي اقتباس اڄ جي انسان اندر موجود نفرتن جي تتل رڻ ۾ ڪنھن گھاٽي وڻ جيئن آھن، جنھن جي ڇانوري ۾ ويھي اسان زندگيءَ جا پل پيار، محبت، امن ۽ اُھنسا جي ٿڌڪارِ ھيٺ گھاري سگھون ٿا.

توڙي جو اھو اُھنسا جو امام آخر ۾ ھنسا جي ھٿان ماريو ويو، پر سندس اَمر سنيھو صدين تائين انسان ذات جي لاءِ نجات جو ذريعو رھندو. مھاتما جو وجود ان وڻ جيئان ھو، جنھن جي شاخن تي زندگيءَ جي پَرندن جا سوين آکيرا آڏيل ھئا؛ جيڪي سمورا گامِ سيءَ جي گوليءَ جي وَر چڙھي ويا:

- اُھنسا آکيرڙو، جنھن وڻ تي جوڙيو،
  تنھن کي اُکوڙيو، ھِنسا ھندستان ۾!
- گولي! گانڌيءَ ڪُک ۾، توکي ڪيئن لڳو؟
  تہ، سو ڏار ڀڳو، جنھن تي سؤ آکيرڙا.
- ھِنسا ھَٿان اُھنسا، ڪيئن ماري ويئي!
  حَيرت ۾ پيئي، گولي گانڌيءَ ڪُک ۾.

دانش گاھ، ٽنڊو قيصر۔
۲۷ مارچ، ۲۰۰۰ع

آسي زميني

Price: Rs. 70/=

مذھب ۽ ڌرم (گانڌيءَ جا گفتا) مھاتما گانڌي/ گرڌنو گانگاڻي

گلشن پبليڪيشن

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوئٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَر جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)